# پنڌ مڙوئي پٻ جو


سهڙيندڙ:

**تاج مري**



ڇپائيندڙ:

**سچيت**



SUCHET

SOCIETY FOR UPLIFTING COMMUNITY HUMAN RECOURSE BY EDUCATION & TECHNOLOGY

سهڪار:

**ايڪشن ايڊ پاڪستان**

actionaid

# مرتب جا سڀ حق ۽ واسطا قائم


ڪتاب جو نالو : پنڌ مڙوئي پب جو

سهيڙيندڙ: تاج مري

تعداد: هڪ هزار

دفعو: پهريون

سال: 2016ع

ڪمپوزنگ: اعجاز علي بلوچ

لي آئوٽ: عظيم ڪنير

ڇپيندڙ: همت پرنٽرس حيدرآباد

# فهرست

# ارپنا

دنيا جي انهن مڙني عورتن جي نانءَ جيڪي غلامي جي پنجوڙ مان
آجپي لاءِ جاکوڙينديون رهن ٿيون.

# عورت جي اڻ لکيل تاريخ جو نوحو

مون کي خوشي آهي تہ ” پنڌ مڙوئي پٻ جو “ هڪ اهڙو ڪتاب آهي جيڪو انتهائي پوئتي پيل طبقي جي باهمت عورتن جي ڪردارن بابت ڪامريڊ تاج مري صاحب لکيو آهي. هي سسئي جي سورن جي سفرجو داستان هجڻ سان گڏ عورت جي ڪِري وري اُٿڻ ۽ وري سفر کي جاري رکڻ جي عزم جو اولڙو آهي ۽ انهن باهمت عورتن جي خوابن جي تصوير آهي. هي اُهي ڪردار آهن, جن بابت” لڪا پٽن لوڪ ۾“ وارو پهاڪو ورجائي سگهجي ٿو. ڇو تہ اهڙن باهمت ڪردارن جي وجود جي مڃتا سان اسانجي اڪثريتي مسڪين هاري ۽ پورهيت طبقي ۾ جيئڻ جي سگهہ ۽ شعور پيدا ٿئي ٿو پر بد قسمتي اها آهي تہ اسان وٽ سماج جي جاگيرداراڻي نفسيات سبب انهن کي حقيقي معني ۾ ڪڏهن مڃتا نہ ڏني وئي آهي. اڪثر اسان وٽ اين جي اوز پنهنجي پروجيڪٽن جي ڪاميابي لاءِ ڪڏهن ڪڏهن ٻهراڙي سان لاڳاپيل اهڙن سماجي اڻبرابري خلاف جهيڙيندڙ اڏول عوامي ڪردارن کي وقتي طور استعمال ڪري پوءِ هٿ ڪڍي وينديون آهن. خاص طور اسان جي ٻهراڙين ۾ هن جاگيرداراڻي سماج سان وڙهي بهادري سان انفرادي ويڙه وڙهندڙ ڪردار وک وک تي موجود آهن, جن ۾ گهڻائي عورتن جي رهندي آئي آهي. پر اسان وٽ عورت جي جيڪا غلامانہ ۽ غير انساني حيثيت آهي, ان سبب گهٽو ڪري انهن تي اسان جي سول سوسائٽي ۽ ميڊيا جي اک ئي نہ ٻڌندي آهي. پر حقيقت ۾ موجوده دور ۾ جڏهن اجتماعي تبديلين, تحريڪن ۽ انقلاب جي خوابن کان دنيا

سان گڏ اسانجي سنڌ بہ وانجهيل آهي، جتي نہ ڪو ئي نظريو رهيو آهي ۽ نہ وري ڪنهن انقلاب جو ڪو آسرو آهي، اهڙي دور ۾ بہ اسان جي ٻهراڙيءَ جي اڪثريتي هيٺئين ڪلاس جي غريب مسڪين عورت انتهائي مشڪل ۽ عذابن سان پريل حياتيءَ جا ڏينهن ڳڻي ڳڻي گهاري رهي آهي، ڇاڪاڻ تہ اسان جي ٻهراڙين جي عوام جي اڪثريت بنيادي انساني سهولتن کان محروم هن انفرميشن ٽيڪنالاجي جي دور ۾ بہ 17 هين صديءَ واري اونداهي دور ۾ گهاري رهي آهي. جتي زراعت سان وابستہ سنڌ ۾ اڄ بہ اسان جي هارين ۽ پورهيتن جي ڪئنبن کي ملڪ جي شهريت توڙي انسانيت وارا حق حاصل ناهن. سنڌ ڪا خاص صنعتي ترقي ناهي ڪئي، پر ان جي ابتڙ ان جي زراعت بہ تباه ٿي چڪي آهي، هاري ۽ زرعي مزدور بيروزگار ٿي رهيا آهن. انهن کي بنيادي انساني حق ملڻ تہ پري جي ڳالهہ، هاڻي اهي امدادن جي لاءِ هٿ ڦهلائڻ جا عادي بنايا ويا آهن. عورتن کي انهن جي عزت نفس کان محروم ڪيو پيو وڃي. ڪڏهن اهي انڪم سپورٽ پروگرام جي خيرات لاءِ ڌڪا کائين ٿيون تہ ڪڏهن وري قدرتي آفتن برپا ٿيڻ بعد امداد لاءِ لٽيون جهليندي نظر ٿيون اچن. اهي طريقا ماڻهن کي پاڻيرو ٿيڻ کان روڪڻ جو سبب بنجي رهيا آهن. سنڌ جي عورت جي صورتحال کي ڏسي اڪثر مون کي شاهہ سائين جو هي بيت ياد ايندو آهي:

" حقيقت هن حال جي، جي ظاهر ڪريان ذري،

لڳي ماڻ مرن کي، ڏونگر پون ڏري،

وڃن وڻ ٻري، اوير ايري ڪينڪي.

هڪ ته ڪنزيومر سوسائٽي طاقتور ماڻهن کي ماڻهپي مان ڪيڍي ڇڏيو آهي، مثال وري جمهوريت جي نالي تي اسان کي وڪ وک تي هزارين قسمن جون شخصي آمريتون پلئه پيون آهن. جن ۾ روز بروز واڌارو ٿيندو رهي ٿو ۽ اسان تماشائي بنجي خاموشي سان پنهنجو تماشو ڏسندا رهون ٿا. جيتوڻيڪ انفرميشن ٽيڪنالاجي وسيلي اسان جو عام ماڻهو سموري جڳت بابت معلومات حاصل ڪري رهيو آهي، پر پنهنجي حال تي هلڻ واري روش جي عجيب خود غرضيءَ واري حالت ۾ ڦاٿو پيو آهي. هن ترقي يافته دور ۾ پنهنجي رحم جوڳي حالت ڏسي اسان کي بختاور شهيد جهڙن مزاحمتي ڪردارن تي حيرت ٿئي ٿي، ته اهي ايڏي جبر اڳيان ڪيئن ديوار بنجي ويا ۽ پنهنجي ايندڙ نسلن جا حق ڪسجڻ کان بچائڻ لاءِ پنهنجو سر سهسائي وينا. حقيقت ۾ اسان هن وقت صرف انهن جي پورهئي جو ڦل کائي رهيا آهيون. پر پاڻ بي عمل بنجي چڪا آهيون. شاهه جي سورمي سنڌ جي عورت سسئي، سهڻي، مومل ۽ مارئي آهي، ان جي پنهنجي حقن لاءِ جاکوڙ ازل کان جاري رهندي آئي آهي ۽ جاري آهي، پر سندس سورن ۾ ڪا ڪمي نه ٿي آهي. البت هن انفرميشن ٽيڪنالاجي کيس پنهنجي هئڻ جو شعور بيهر موٽائي ڏنو آهي. کيس پنهنجي وجود جو احساس ٿيڻ لڳو آهي. جنهن سندس تڪليفن ۾ ته واڌارو ڪيو آهي، پر سندس جدوجهد کي وڌيڪ تيز ڪيو آهي. هوءَ پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ اڳڀري ٿي آهي ۽ هر شعبي ۾ پنهنجو ڪردار مردن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ايمانداري سان ادا ڪري رهي آهي. جيتوڻيڪ هو اڄ به جنسي متڀيد جو شڪار آهي، پر منجهس اعتماد وڌي رهيو آهي. هونئن ته سموري

دنيا جي پورهئي جو 60 سيڪڙو صرف عورت جو پورهيو آهي، پر نہ
ڪيس مناسب مڃتا ملي سگهي آهي نہ مڪمل اجورو. پر پوءِ بہ هو
پنهنجي ذات کان بالاتر رهي ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ انسانيت جي
خدمت جي عظيم مقصد سان واڳيل آهي. جنهن جو ثبوت هن ڪتاب
۾ موجود سچا، سادا ۽ معصوم ڪردار آهن، جن پنهنجي وجود کي
تياڳي سماج ۾ تبديلي ۽ پنهنجي بنيادي حقن جي حاصلات جي
جاکوڙ لاءِ سسئي بنجي جبل جهاڳيا آهن ۽ هنن پنهنجي وک پوئتي نہ
ورائي آهي. سنڌ جي عورت جو حوصلو سدائين هماليہ کان اوچو رهيو
آهي، پر هو هن پدر سري معاشري ۾ جنسي متڀيد جو ٻارڻ بنجندي
رهي ٿي. جتي هر منٽ ۾ دنيا ۾ ڪيترين ئي تبديليون اچڻ لڳيون
آهن، اتي اها اڃا تائين جنسي متڀيد سبب پنهنجي لاءِ انسانيت جو
درجو حاصل نہ ڪري سگهي آهي. هوءَ هزارين ورهين کان غلاميءَ ۾
جڪڙيل آهي. عورت جي آزادي ۾ مرد جي پنهنجي توڙي پوري
معاشري جي نجات آهي. پر اڃا ان حقيقت کي تسليم ڪرڻ ۽ ان تي
عمل لاءِ الائي تہ ڪيترو وقت لڳندو. بهر حال عورت کي توڙي مرد کي
معاشري جي ڀلائي لاءِ هڪٻئي جي ساٿ جي ضرورت آهي. عورت
مرد جو هر وک تي ساٿ ڏيندي رهي آهي، تڏهن ئي تہ چيو ويجي ٿو تہ
هر ڪامياب مرد پنيان عورت جو هٿ هوندو آهي، پر هاڻي عورت مرد
جي پنيان نہ پر ان سان همقدم ٿي هلڻ چاهي ٿي، ان جو مثال مينا وتي
ڪولهي ۽ ڪملا ڪولهي جو معاشري جي پرواهہ نہ ڪندي ڳوٺ ۾
موٽر سائيڪل هلائڻ آهي. پر عورت پاڻ اڃا تائين اڪيلي سر جاکوڙ
ڪري رهي آهي. هڪ ليکڪ جي چوڻ موجب تہ دنيا جو تاريخدان،

جيڪو يقينن مرد ئي رهيو آهي، عورت جنهن جي هزارين ورهين کان غلام رهندي آئي آهي، ان ڪري اڄ تائين دنيا ۾ عورت جي تاريخ نہ لکي ويئي آهي. ان ڪري جيڪا بہ تاريخ لکي وئي آهي، اها اڌوري تاريخ آهي ڇو تہ ان ۾ عورت جي پورهئي، قربانين ۽ ڪارنامن جو ڪو ذڪر ناهي. جنهن ڪري ئي عورت تي اهو ليبل لڳايو ويجي ٿو تہ دنيا ۾ وڏا ڪارناما صرف مرد انجام ڏنا آهن، عورت ڪو وڏو ڪارنامو انجام ڏيئي ئي ڪانہ ٿي سگهي. ٻيو تہ ٿهيو پر هڪ غلام سمجهي ان کي ايترو تہ نظرانداز ڪيو ويو آهي، جو ان جي اهنجن ايذائن، احساسن، جذبن، ڳوڙهن ۽ سڏڪن جو بہ ڪو تذڪرو ئي ناهي. هيءَ ڪتاب ان اڻپوري تاريخ جي وجود جو دستاويزي ثبوت آهي. عورت توڙي مرد کي برابري جي بنياد تي هڪٻئي جي مڪمل ساٿ جي گهرج آهي ۽ جڏهن اهو معجزو ممڪن بنيو تہ پوءِ يقينن اهي ٻئي گڏجي پنهنجي هڪ نئين انصاف ڀري مڪمل تاريخ لکي سگهندا.
ڪارل مارڪس چيو هو تہ " انساني مخلوق جو سڌو سنئون فطري ۽ لازمي تعلق مرد ۽ عورت جو تعلق آهي. ان تعلق جي نوعيت ئي تعين ڪري ٿي تہ مرد پاڻ کي ڪيتري حد تائين بطور جنسي وجود ۽ بطور نوع انساني سمجهي. عورت جو مرد سان تعلق انسان جو انسان سان تعلق آهي. تنهن ڪري انهي حوالي سان اسان کي خبر پوي ٿي تہ مرد جو فطري رويو ڪيتري حد تائين انساني ٿي ويو آهي."
عورت ۽ مرد کي گڏجي هڪ نئين، برابري ۽ انصاف تي ٻڌل گڏيل تاريخ رقم ڪرڻ لاءِ هڪٻئي کي تسليم ڪرڻ جي ضرورت آهي، جنهن لاءِ ايندڙ وقت جي آزاد ذهن ۽ آزاد قلم سان مسلح نسلن جي

جرئت ۽ بيباڪيءَ جي گهرج آهي. اهڙي جرئت جيڪا هر غلامي جي زنجير کي ٽوڙي وجهي ۽ هر غلط روايت جي پيروي کان انڪار ڪري سگهي.

اسان کي هڪ غضبناڪ نسل کپي
اسان کي هڪ اهڙو نسل کپي
جيڪو تاريخ کي ان جي پاڙن کان ڊوڙي وجهي
اسان جي سوچ جي گهرائين کي ڊوڙي وجهي
اسان کي پيش قدمي ڪندڙ نسل کپي
مختلف خاصيتن وارو
نہ خطائن کي معاف ڪري
نہ چشم پوشي ڪري
نہ جهڪي
نہ نفاق کان واقف هجي
اسان کي هڪ نسل کپي
قيادت ڪندڙ
ديو قامت نسل!
نزار قاباني

گلشن لغاري

# پنهنجي پاران

اسانجي سماج ۾ عام طور تي عورتن کي ڪمزور ۽ گهٽ عقل وارو سمجهو ويجي ٿو. جيتوڻيڪ تاريخ ۾ اهڙا اڻڳڻيا ڪردار موجود آهن. جن اهو ڪم ڪيو جيڪو مرد بہ نہ ڪري سگهيا. بادشاه بہ اهڙين عورتن جي صلاح جا محتاج هئا. مغل حڪمرانن جي عروج واري دور ۾ بابر جي ماءُ تغلق نگار خانم، همايون جي ماءُ ماهم بيگم، اڪبر جي ماءُ حميده بيگم، جهانگير جي ماءُ مريم زماني، شاهجهان جي ماءُ جوڌا بائي، عالمگير جي ماءُ ممتاز محل اهي عورتون هيون جيڪي ان وقت جي حڪمرانن کي حڪومتي معاملن صلاحون ڏينديون هيون. ڪن موقعن تي مداخلت بہ ڪنديون هيون. ويجهي ماضي ۾ هندستان ۽ پاڪستان ۾ اندرا گانڌي ۽ بينظير ڀٽو ٻنهي ملڪن جون طاقتور حڪمران رهيون آهن. هند ۽ سنڌ سميت هن خطي جي ادب ۾ عورت جي مظلوميت کي تہ اجاگر ڪيو ويجي ٿو پر انهن جي همٿ، بهادري، عقل ۽ فهم واري ڪردار کي اجاگر نٿو ڪيو ويجي.

(پنڌ مڙوئي پٻ جو) ۾ عورتن جي همٿ، بهادري، انسان دوستي، سماجي، سياسي ۽ تبديلي لاءِ جاکوڙڻ واري ڪردار کي اجاگر ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ اڌ ٻٽئي جي حق لاءِ جاکوڙيندڙ مائي بختاور شهيد جي زندگي، جدوجهد ۽ ڪيس متعلق مواد کي شامل ڪيو ويو آهي. ٻٽئي هاري تحريڪ " شاه عنايت شهيد جي "جو کيڙي سو کائي " واري تحريڪ کانپوءِ وڏي هاري تحريڪ آهي. ٻٽئي هاري تحريڪ جي اڳواڻن ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، ڪامريڊ غلام محمد

لغاري، ڪامريڊ رئيس بروهي، قاضي فيض محمد ۽ ٻيا هئا. پر مائي بختاور ان تحريڪ جي اڳواڻن ۾ شامل نہ هوندي بہ پنهنجو ريٽو رت ڏئي تحريڪ کي جيڪا سگهہ ڏني اهو ماجهي مڙس بہ نہ ڪري سگهيا. اهڙي طرح هو بڻئي تحريڪ جي پهرين شهيد اڳواڻ بڻجي وئي. مائي بختاور وانگر مائي جندو جي جدوجهد پڻ تاريخي جدوجهد آهي، ٽنڊو بهاول ڪيس واري جدوجهد ۾ مائي جندو سرواڻ وارو ڪردار ادا ڪيو. اهڙي طرح ميرپورخاص جي هاري ڪارڪن مائي سومري ڀيل سميت جن ويهارو ڪن عورتن جا پروفائيل گڏ ڪري ڪتاب ۾ شامل ڪيا ويا آهن. انهن سياسي ۽ سماجي جدوجهد ۾ پاڻ مڃرايو آهي. يا وري هنر سکي پنهنجون ۽ پنهنجي خاندان جون زندگيون تبديل ڪري ڇڏيون آهي. ائين هن ڪتاب جا مڙئي ڪردار تاريخي ڪردار آهن.

اسانجو سماج وڏيرڪو سماج آهي. ان لاءِ اسانجو وچولو طبقو توڙي غريب طبقو ان حد تائين جو روشن خيال ماڻهن جو بہ عورتن ڏانهن رويو اهو آهي جيڪو وڏيري جو هاري ساڻ هوندو آهي. سوال هي آهي تہ عورتن کي نظرانداز ڪري ڪا مثبت تبديلي آڻي سگهجي ٿي؟ اهو ٿي نہ ٿو سگهي تہ ملڪ جي 53سيڪڙو ڪان مٿي آبادي کي پاسيرو رکي انقلاب تہ پري جي ڳالهہ آهي پر ڪنهن جمهوري تبديلي جو بہ تصور نٿو ڪري سگهجي.

شاهہ لطيف نوري، سسئي، ماروي جهڙن ڪردان کي اجاگر ڪري اهو درس ڏنو تہ غريب عورتون ئي حقيقي تاريخي ڪردار آهن. انهن ڪردارن کي اجاگر ڪرڻ بنا تاريخ مڪمل ٿي نٿي سگهي. اها

منهنجي لاءِ اعزاز جي ڳالهہ آهي تہ مون شاهہ سائين جي ڏسيل رستي تي هلندي تاريخ جي وساريل ڪردارن کي سهيڙي گڏ ڪري ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

ڪتاب جي تياري ۾ صلاحون ڏيڻ سميت ڪتاب جي ڇپائي ۾ مالي ساهتا فراهم ڪرڻ ۾ ايڪشن ايڊ جي ريجنل مينيجر ادي عروسہ ڪتي جو سهڪار شامل رهيو. اهو فيصلو ادي عروسہ ڪتي سان ڪچهري ۾ ٿيو تہ ڳوٺاڻين عورتن خاص طور تي اهڙين هاري عورتن جي زندگي تي ٻڌل ڪتاب آڻجي. ڪتاب ۾ شامل ڪردارن جا پروفائيل گڏ ڪرڻ ۾ مونکي سڃيت جي ٽيم خاص طور تي سڃيت جي چيئرمين ڪريم ڏنو سهتو پارس مري، اعجاز علي بلوچ، مرڪ، شهداد ۽ فضہ مري جو سهڪار شامل هو. سندن سهڪار نہ هجي ها تہ مون لاءِ اهو ڪم ڏاڍو ڏکيو ٿي پوي ها. مونکي هن ڪم ۾ اعجاز علي بلوچ جي چاچي سڪندر علي رودناڻي، مقبول ملاح، زاهد ميسو ويرسي ڪولهي، سريش ڪمار ۽ مانچند ڪولهي، بلقيس ڪتي ۽ غفار پندراڻي پڻ ڀرپور مدد ڪئي، ادي گلشن لغاري ۽ پروفيسر امداد چانڊيو جو پڻ ٿورائتو آهيان. جن پنهنجو قيمتي وقت سيڙهائي ڪتاب جو مهاڳ ۽ تعارف لکي ڏنو. ڪتاب جي نالي ۽ ٻين معاملن ۾ صلاحون ڏنيون.

**تاج مري**

# شهيد بختاور

بختاور شهيد سنه 1880ع ۾ ڳوٺ دودو خان سرڪاڻي، لڳ روشن آباد، تعلقي ٽنڊي باگي ۾، مراد خان لاشاري جي گهر ۾ جنم ورتو. هوءَ ننڍي هوندي کان بهادر ۽ محنت ڪش هئي. پنهنجي والد سان ٻنيءَ جي ڪم ڪار ۾ مدد ڪرائيندي هئي. تڏهن زمين آباد ڪرائڻ لاءِ ميرن جا ڪوٺايل ڪڙيا پاڻي پهچائيندا هئا. جيڪي زمين جي سطح کان هيٺ هوندا هئا. انهيءَ ڪري مٿي زمين جي سطح تائين پاڻي پهچائڻ لاءِ تمام گهڻي محنت ۽ جفاڪشيءَ سان هُرلن وسيلي ٻنيون آباد ٿينديون هيون. اهي هرلا به گهڻو ڪري ڪاٺ جا هوندا هئا. مراد خان جو پٽ فروز خان ننڍو هو انهيءَ ڪري شهيد بختاور پنهنجي پيءَ سان گڏ ٻنا ڪڍڻ، ۽ پاڻي وراڻڻ سميت ٻني جو هر ڪم ڪندي هئي.

مراد خان کي هڪ مادي اُٺ ۽ هڪ ٻيو اُٺ هوندو هو جن کان هوءَ نار يعني هُرلي جو ڪم وٺندو هو.

هڪ ڀيري مادي اُٺ هُرلي ۾ وهي رهي هئي. سندس ڳئونرو جهوڪ ۾ وينو هو ۽ بختاور ٻنيءَ ۾ ڪم پئي ڪيو. بختاور اُتان هلي اچي مٿي ڏٺو ته ڳئونرو وينو آهي. سو ٽُپ ڏئي ان تي چڙهي ويني، ڳئونرو چرڪي اُٿي وٺي ڀڳو ۽ تمام گهڻا ٽپا ڏنائين. جڏهن مراد خان جي نظر هنن تي پئي ته مراد خان هڪدم ڳئونري ڏانهن ڊوڙيو پر ڳئونرو تاه ڪائي تهائين وڏيڪ ڀڳو. ڳئونري تمام گهڻا ٽپا ڏنا پر

بختاور ڪانـ ڪري ۽ گئونرو وجي پراڻ جي جهنگ ۾ پيو. گئونرو جڏهن هڪ وڏي چار هينيان لنگهيو تہ بختاور هڪدم چستي سان چار جي لڙڪيل لامن ۾ چمبڙي پئي ۽ اهڙي طرح سلامتي سان زمين تي اچي پير کوڙيائين.

بختاور شهيد ڪي ڪنهن زهريلي بلا کان بہ ڪو ڊپ ڪونہ ٿيندو هو. ڪيتريون بلائون تہ جيئريون جهليون هئائين. جن مان ڪن بلائن تہ کيس جهليندي چڪ بہ پاتو هو پر هن بنان ڊپ جي هڪدم لوڻ وات ۾ جهلي ڏنگيل جاءِ تان زهر کي چوسي ڪڍي ٿي ڇڏيو انهي تر جا ماڻهو کيس سڏائيندا ئي جوڳياڻي هئا.

مائي بختاور جي شادي مراد خان 1898 ۾ سندس پائٽي ولي محمد سان ڪرائي. 1906 ۾ کيس پهريون پٽ محمد خان جائو سندس ٻيا بہ پٽ لال بخش ۽ محمد صديق هئا.

مائي بختاور جي مڙس ولي محمد کي ٻاڪرو مال تمام گهڻو هو انهي مال جي سار سنڀال مائي بختاور ڪندي هئي. هوءَ دائپو پڻ ڪندي هئي سندن ٻاڪري مال مان ڪا ٻڪري جيڪڏهن ويامڻ مهل امهاڙي ٿيندي هئي تہ مائي بختاور ان جي ڦر کي اٿلائي پٿلائي سولو ڪري ٻڪري جي پيٽ مان صحيح سلامت ڪڍي ونندي هئي.

سندس سگهڙ پڻي ۽ ماهر دائي هجڻ جي هاڪ پري پري تائين پکڙجي وئي جيڪڏهن ڪنهن عورت جو ويم ڏکيو ٿيندو هو تہ گهڻو ڪري ماڻهون مائي بختاور جي ڳوٺ جو رخ ڪندا هئا. هڪڙي ڀيري فضل

پنيري ويجهو ڳوٺ هندي تعلقو مٺي ضلعو ٿرپارڪر ۾ ڪنهن غريب ڪولهڻ جو ٻار سندس پيٽ ۾ مري ويو. مائي جي بچڻ جي اميد ڪانه هئي تر جي دائين ڪين صلاح ڏني تہ بختاور ان مائي جي پيٽ مان نہ رڳو مئل ٻار ڪڍي سگهي ٿي پر عورت بہ موت جي منهن مان بچي سگهي ٿي. انهي ڳوٺ ۾ لوهاڻا رهندا هئا جن مان ڦوٽو مل ان وقت جي لوڪل بورڊ جو ممبر هو ۽ سيد عبدالواحد شاهہ ڏاڏاهي تعلقي مٺي جو بئنچ مجسٽريٽ هو. جيڪو ڪيس پڻ هلائيندو هو. ڦوٽي مل مائي بختاور کي چيو تہ هي مائي غريب ڪولهڻ آهي هن جي مدد ڪر ۽ ٿي سگهي تہ ڪئين بہ ڪري مائي کي بچاءِ جنهن تي مائي بختاور شهيد وراڻيو تہ اوهين ۽ مائي ڪولهڻ جا وارث لکي ڏين تہ سندس مري وڃڻ جي صورت ۾ آئون جوابدار نہ ٿيندس تہ پوءِ آئون علاج ڪنديس. ان تي مُکي ڦوٽي مل ۽ مائي جي وارثن لکي ڏنو. مائي بختاور ان ڪولهڻ جي پيٽ مان مئل ٻار ڪڍي سندس علاج ڪيو مائي ڪولهڻ کي نئين زندگي ملي وئي. مکي ڦوٽي مل ۽ سيد عبدالواحد شاهہ مائي بختاور کي خانگي سرٽيفڪيٽ ڏنو تہ هوءَ دائپي جي ڪم ۾ تمام هوشيار ۽ چاڻو آهي. اهو سرٽيفڪيٽ ڪيس 1932ع کان پوءِ مليو.

**1947ع ۾ جڏهن بٽئي هاري تحريڪ شروع ٿي تہ مائي بختاور شهيد جو خاندان ان ۾ شامل ٿي ويو.** تاريخ 22 جون 1947ع سومر جي ڏينهن جهڏي ۾ هاري ڪانفرنس هئي جتي مائي بختاور جي خاندان جا مرد ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ ويل هئا. ان رات جو اٽڪل 8 وڳي

ڏاري چودري سعدالله اچي زوري بٽئي ڪرڻ گهري مائي بختاور کين جهليو تہ جهيڙو ٿي پيو. جنهن ۾ چوڌري سعدالله جي هٿان بندوق جي ڏڪ لڳڻ ڪري مائي بختاور شهيد ٿي وئي. اهيو تڪرار اڌ بٽئي جي مسئلي تي قادياني اسٽيٽ جو هارين ساڻ هلندڙ هيو.

سال 1946ع ۾ خريف جي فصل ۾ بٽئي وقت عمرڪوٽ تعلقي جي قادياني اسٽيٽ وارن چيو تہ رڪب ۽ متفرقہ خرچ وٺنداسون جنهن ۾ هارين پاران هارين جي جمعدار گل محمد لاشاري ۽ ٻين هارين انڪار ڪيو ۽ هارين اهڙو ڪيس مختيارڪار عمرڪوٽ جي ڪورٽ ۾ داخل ڪيو. جنهن تي مختيارڪار امين مقرر ڪيا. پهريون غلام محمد چوڌري ۽ ٻيو ڪامريڊ غلام محمد لغاري ٽن مهينن جي وقت ڪانپوءِ امينن قرض ڪاٽي اسٽيٽ جي ڪري ۾ پيل ڦٽين جو فصل اڌواڌ ڪري هارين کي ڏنو. ان ڪانپوءِ گل محمد لاشاري وڃي سيٺ ريواچند جي پاسي ۾ ٻني ڪئي ۽ باقي هاري اسٽيٽ جي پاسي ٻني ڪندا هئا.

هاري ورڪرن جو زور وڏي ويو وقت بوقت متنگون ڪندا رهيا. هڪ دفعي غلام محمد لغاري کي چوڌري خالد ڳچي کان جهلي ڌمڪايو تہ اسان جي هارين کي تون ورغلائين ٿو تنهن ڪري تو کي نہ ڇڏبو. انهي وقت هڪ هاري موتي ڀيل چوڌري کي ڌمڪايو تہ جيڪڏهن تون غلام محمد سان وڙهندين تہ پوءِ تنهنجو بہ خير ڪونهي. جنهن تي خالد هن جي ڳچي مان هٿ ڪڍيا. سال 1946ع ۾ ضلعي نوابشاه ۽ ٿرپارڪر (هاڻوڪو ٿرپارڪر ۽ نوابشاه ڊويزن

جنهن ۾ 6 ضلع شامل آهن) اڌواڌ بٽئي جو فيصلو ٿيو جنهن ۾ رڪب وچان ڪيڙڻ پڻ شامل هو. هارين وري به انڪار ڪيو ته رڪب ڪونه ڏينداسون. انهي وقت اسٽيٽ ۾ رڪب هڪ مڻ پنيان اڍائي سير اناج يا ٿتي مان 16 رپيا في ايڪڙ هوندو هو. ان وقت ربيع جي فصل ڪٽڪ جا ڪرا به تيار هئا.

جهڏي ۾ 22 جون 1947ع تي ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، ڪامريڊ غلام محمد لغاري، جان محمد پلي، لطف علي حساماڻي، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر ۽ ٻيا ڪامريڊ به آيل هئا جن تقريرون ڪيون. انهي ميڙ جي سڏ تي سمورا هاري جهڏي ويل هئا. پنيان مئنيجر خالد ۽ سعدالله تيهه چاليهه گاڏيون ڪاهرائي اچي ڪٽڪ ڪٽڻ شروع ڪئي. جنهن تي شهيد بختاور ۽ ولي محمد پنهنجي پُٽ صديق ڪي سندس پائرن گل محمد ۽ گل شير ڏانهن موڪليو ته ان ڪي وٺي اچن. اسٽيٽ وارا ڪٽڪ سڀ ڪٽي ٿا وڃن توهين اسانجي مدد ڪريو. ڪي چڱا مڙس وٺي اچو قاديانين ڪي منٿ ڪن ۽ چون ته جيسين جهڏي ويل هاري اچن تيسين ڪٽڪ نه ڪٽن. جنهن تي گل شير ۽ گل محمد پروارن زميندارن پير بخش شاه، لونگ خان گرگيج ۽ خان محمد هاليپوٽو ڪي وٺي سج لٿي مهل پهتا. جن اسٽيٽ وارن ڪي منٿ ڪئي ته ڏاڍائي نه ڪريو ۽ هاري سڀ غير حاضر آهن. توهان ڪٽڪ نه ڪٽو. پر سعدالله ۽ خالد وارن نه مڃيو ۽ زوري ڪٽڪ ڪٽڻ شروع ڪري ڏنائون. جنهن تي چڱا مڙس ناراض ٿي وڃڻ تي هئا ته

بختاور شهيد سنگهن ڪٽڻ وارو ڏڪو ڪٽي ڇيو تہ خبردار! ڪري تان پري ٿيو. هاڻي اسين مرڻ يا مارڻ ڪانسواءِ ان جون ڪوڙيون ڪٽڻ ڪونہ ڏينداسون. جنهن تي خالد مائي کي ڏڪو ڏنو ۽ مائي ٿورو هٽي خالد کي لت هنئي تہ خالد جي هٿ مان بندوق ڪري پئي جا مائي بختاور جي پُٽ محمد صديق کڻي ورتي. محمد صديق کي وري پيير محمد مٿي ۾ لت هنئي تہ هو ڪري پيو ۽ بندوق وري خالد کڻي ورتي. پوءِ گل محمد ۽ گل شير بہ لنين جا وسڪارا لائي ڏنا. جهيڙو مچي ويو. اسٽيٽ وارن جا 5,6 ماڻهو ڪري پيا جنهن تي خالد ۽ سعدالله بندوقون چوڙيون. گوليون لڳڻ ڪري هارين مان مائي بختاور بروقت شهيد ٿي وئي ۽ باقي پينو فقير خاصخيلي (جيڪو هاري نہ هو پر منٿ لاءِ آيل هو) ڦٽجي پيو. شهيد بختاور جي پيڻ مائي سياڳي ۽ محمد صديق ڦٽجي پيا. پوءِ اسٽيٽ وارا سموري ڪٽڪ کڻي ويا. انهن گاڏين سان گڏ هڪ چيڙ نالي گشڪوري هو جيڪو گاڏي پري نہ سگهيو ۽ گاڏي سميت ڪري ۾ رهيو. صبح جو پوليس جي اچڻ تائين هن جو دماغ ڦري چڪو هو پوليس ڏسي دانهون ڪرڻ لڳو ۽ پوءِ پوليس جمعدار نور محمد قريشي ڪيس سلطاني شاهد بڻايو. انهي فرياد جي جانچ نور محمد جمعدار ۽ صوبيدار عنايت الله ابڙي ڪئي، اسٽيٽ وارن وري ڪيس ڪائونٽر ڪرايو جنهن ۾ سڏايل چڱا مڙس پيير بخش شاه. لونگ خان گرگيج، خان محمد هاليپوٽو پينو فقير ۽ هاري غلام محمد، گل شير، ولي محمد، صديق جوابدار ڄاڻايا ويا. اسٽيٽ وارن مان

سعدالله، خالد ۽ غلام محمد سميت 11 جوابدار هئا. ڪن جوابدارن کي ميرپورخاص اسپتال مان ۽ سعدالله کي پنجاب مان گرفتار ڪيو ويو. اهو ڪيس 5 مهينا اي_سي جي ڪورٽ ۾ هليو. هڪ مهيني کان پوءِ هارين جي پاسي وارا ماڻهو ضمانت تي آزاد ٿيا ۽ اسٽيٽ وارا جيل ۾ رهيا. اي_سي ڪيس سيشن ڪورٽ ۾ موڪليو ۽ وري هارين جا ضامن رد ڪري کين جيل پيڙو ڪيو ويو. انهي ڪيس ۾ سرڪاري وڪيل مرزا سڪندر بيگ مقرر ٿيو. هارين پاران ڪامريڊ بنارام وڪيل هو جيڪو سکر شهر جو رهاڪو هو. اسٽيٽ وارن طرفان ڊيئل مل ۽ ٻيو هڪ پنجابي وڪيل جيڪو لاهور مان ايندو هو.

چوڌري سعدالله سر ظفرالله جو ويجهو مائٽ هو جنهن ڪري ڪيس ۾ رڪاوٽون پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي پر چاڪاڻ تہ ان وقت سيشن جج ديوان شنڪر سنگه تمام گهڻو انصاف پسند هو ۽ ڪنهن جي ٻہ ڪوڙ ٻڌندو هو. 10 مهينن دوران شنوايون ڪانپوءِ جڏهن سيني شاهدن ۽ پوليس عملي کي شنوائي جي تاريخ ملي تہ خالد کي بيماري جو سرٽيفڪيٽ ڏياري اسپتال داخل ڪرائي ڇڏيائون ۽ ڪيس حاضر نہ ڪيائون تہ جيئن مسٽر شنڪر سنگه رٽائر ٿي وڃي تہ پنهنجو جج مقرر ڪري ڪيس هلائجي پر ٻي شنوائي تي جج شنڪر سنگه بيمار کي کٽ تي کڻائي ڪورٽ آڻڻ جو حڪم ڏنو ۽ ڪيس هلايو.

سرڪاري وڪيل جي بيان ڏيارڻ ڪانپوءِ فريادي گل محمد ڪان هڪ ڪلاڪ آڏي پڇا اسٽيٽ جي وڪيل ڏيئل مل ڪئي انهي ڪانپوءِ فريادي جي پاءُ گل شير ڪان پڻ آڏي پڇا ڪئي جا ڏيڍ ڪلاڪ هلي ۽ ڏيئل مل آڏي پڇا ڪندي دل جي دوري سبب ڪري پيو جنهن ڪري ڊاڪٽر احمداڻي ۽ سول سرجن ٻئي بروقت آيا. هن کي تپاسي سئي هنئي ۽ اهڙي ريت ڪيس وري رڪجي ويو. ان وقت 1947ع ۾ هندن جي لڏپلاڻ شروع ٿي. جنهن ڪري وڪيل بنارام جا ٻارٻچا هندستان ويل هئا ۽ بنارام چيو تہ آءُ هاڻي هندستان وڃان ٿو. جنهن تي ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي چيو تہ هن ڪيس جي پيروي شروع ڪان وٺي اوهان جي ڪيل آهي، انهي ڪري اوهان نہ وڃو. پر هن وعدو ڪيو تہ آءُ وري ايندس. انهي ڏينهن شام جو لال بخش (شهيد بختاور جو ٻيو نمبر پُٽ) مسٽر بنارام سان گڏ ميرپورخاص جي پليٽ فارم تي گهمڻ ويو. اتي ويٽنگ روم ۾ لاهور وارو وڪيل ۽ ميان جيڪو قاديانين جي خليفي جو پٽ هو ٻئي وينا هئا. ميان پڇيو تہ مسٽر بنارام توهان جي في گهڻي آهي هن ڪيس ۾؟ جنهن تي بنارام وراڻيو تہ هي غريب آهن. هنن سان في ٻوليل ڪانهين رڳو هڪ سو رپيو ماهوار ڏيندا آهن. جنهن تي ڪيس ميان صاحب چيو تہ بک نہ مر. جيڪي تون چوين سو اسين توکي ڏيڻ لاءِ تيار آهيون. هن اهي لفظ انگريزي ۾ ڳالهايا هنن سمجهيو ٿي تہ ساڻن جيڪو ماڻهو گڏ آهي سو انگريزي پڪ سان ڪونہ جاڻندو هوندو. اها خبر بنارام کي بہ ڪونہ هئي تہ لال بخش بہ ڪو انگريزي

پڙهيل آهي. بنارام جواب ڏنو تہ اها ڳالهہ اصول جي خلاف آهي، مونکي لک رپين کان وڌيڪ پنهنجو ايمان آهي. جڏهن اهي ڳالهيون ٿيون تڏهن لال بخش بنارام کي چيو تہ مسٽر بنارام پئسا وٺين ها تہ هندستان جو خرچ نڪري پوي ها، جنهن تي هو تعجب ۾ پئجي ويو ۽ چيائين تہ لال بخش تون انگريزي پڙهيل آهين ڇا؟ لال بخش جواب ڏنو تہ ها. بنارام چيو تہ لال بخش! مون پنهنجو ايمان ڪڏهن بہ نہ وڪيو آهي، منهنجي لاءِ ايمان ڪافي آهي. پوءِ هو هندستان ويو ۽ ڪيس جي تاريخ کان بہ ڏينهن اڳ اچي ڪيس هلائي پورو ڪري پوءِ ججمينٽ ڏيڻ کان اڳ هندستان ويو ۽ وڃڻ وقت لال بخش کي پنهنجي ايڊريس ڏئي ويو تہ ججمينٽ ڪيس ڏياري موڪلي.

لال بخش اها ججمينٽ ڏياري موڪلي جنهن ۾ هارين جو پاسو بري ٿيو ۽ سعدالله کي 25 سال ۽ خالد کي 20 سال باقي ٻين کي ٽي ٽي سال سخت پورهئي سان سزا ملي.

خط جي جواب ۾ بنارام وڪيل لکيو تہ جوابدار سعدالله جيڪو قبولدار هو تہ مون برابر بندوق هلائي هئي ۽ اهو خون منهنجي ڏک لڳڻ سان ٿيو آهي تہ پوءِ ڦاهي ڪيس ملڻ کپي ها پر خبر ناهي تہ مٿس ڇو رحم ڪيو ويو......!!

مائي بختاور جي شهادت ۽ هارين جي جدوجهد رنگ لاتو اڌ بٽئي جي تحريڪ ڪامياب ٿي. اڄ هاري جيڪا اڌ بٽئي وٺي رهيا آهن . اهو مائي بختاور جي شهادت ۽ هاري تحريڪ جو ثمر آهي.

# مائي جندو



مائي جندو ٽنڊو بهاول يو سي هوسڙي ضلعو حيدر آباد جي رهاڪو آهي، 1992 ۾ ميجرجميل جي سربراهي هڪ درجن کان مٿي سپاهين ۽ سولين هٿيار بند ساڻ گڏ اچي سندن ڳوٺ تي راتاهو هيون، مائي جندو جي ٻن پٽن ۽ نياٽي سميت ٽين ڳوٺاڻن کي کنيي ڪٽي وجي سنڌو درياه جي ڪپ جڙتو مقابلو ڏسي شهيد ڪري ڇڏيو.
مائي جندو پنهنجي نياڻين سميت جدوجهد ڪئي، جنهن ۾ سندس ٻه نياٽيون شهيد ٿي ويون سندس جدوجهد جي نتيجي ۾ ميجر ڦاهي ۽ سپاهين کي عمر قيد جي سزا ملي.
حيدرآباد پريس ڪلب آڏو بک هڙتال تي سندس مطالبن ۾ مائي جندو جي پٽن ۽ ڄاٽي سميت ٻي ڏوهين ماڻهن جي قتل ۾ شامل خانگي ماڻهن کي موت جي سزا ڏيارڻ ۽ قيدي فيڊر تي ڪين زمين ڏيارڻ شامل هئا.
1992 ۾ مائي جندو جي ڳوٺ ٽنڊو بهاول تي ميجر ارشد جميل جي سربراهي ۾ فوجي سپاهين راتاهو هڻي نون ڳوٺاڻن جن ۾ مائي جندو جا ٻه پٽ، هڪ ڄاٽو شامل هو کي کنيي ڪٽي وجي سنڌو دريا جي ڪپ تي جوڙتو مقابلو قرار ڏئي شهيد ڪري ڇڏيو.
سنڌي ميڊيا اها خبر بريڪ ڪئي اهڙي طرح مائي جندو جي جدوجهد ميڊيا ۽ سول سوسائٽي جي دٻاءُ جي ڪري ميجر جميل ۽ 12 سپاهين ۽ جيڪي سولين ماڻهو ان قتل ۾ شامل هئا، انهن کي گرفتار ڪيو ويو. ميجر جميل ۽ فوجي سپاهين جو فوجي ڪورٽ ۾ ڪيس

هلايو ويو. جڏهن تہ خانگي ماڻهو جيڪي هن ڏوهہ ۾ شامل هئا انهن تي دهشتگردي ڪورٽ ۾ ڪيس هلايو ويو.
ميجر جميل کي موت جي سزا ٻڌائي وئي، جڏهن تہ سپاهين کي عمر قيد جي سزا ٻڌائي وئي. 28 آڪٽوبر 1996ع تي ميجر جميل کي ڦاهي تي لٽڪايو ويو. جڏهن تہ هڪ ٻہ خانگي ماڻهو کي موت جي سزا نہ ملي ۽ انهن مان ٻن خانگي ماڻهن کي ڪيس مان ئي آزاد ڪيو ويو. ان آزادي خلاف مائي جندو پنهنجي نياڻين سميت جدوجهد ڪئي. 11 سيپٽمبر 1996 مائي حاڪمزادي مائي زيب النساءَ عام موڪل واري ڏينهن تي پارڪ کي باهہ ڏئي احتجاج ڪيو. احتجاج رنگ لاٿو سنڌ حڪومت سندن مطالبو مڃيندي ٺٽي ضلعي ۾ هر متاثر دلير خاندان کي 24 ايڪڙ زمين الاٽ ڪئي، پر اها زمين غير آباد آهي مائي جندو جو مطالبو آهي تہ اها زمين آبادي لائق بنائي وڃي.

# مهروالنسا لغاري



هندستان جي عظيم خاندان جي سيڪيولر فرد نهرو جي گهر ۾ جڏهن ڇوڪري ڄائي تہ سندس گهر جا ڀاتي ناراض ٿيا. تڏهن هن چيو تہ ٿي سگهي ٿو تہ پنهنجي هيءَ ڇوڪري هندستان لاءِ اهو ڪجهہ ڪري جيڪو پوري هندستان جا مرد ڪڏهن بہ نہ ڪري سگهن.

پوري دنيا ڏٺو تہ هن ننڍڙي اندران قوم جي تقدير ۾ سڌارو آندو.

شايد اهڙو ئي خيال ڪامريڊ غلام محمد لغاري جي ذهن ۾ آيو هوندو جڏهن هن جي گهر ۾ "مهرالنساءِ" جنم ورتو ۽ اسين مهرالنساءِ جي شخصيت لاءِ لطيف جون هي سٽون چئي سگهون ٿا.

سکن واري سڌ متان ڪا مون سين ڪري

مهرالنساءِ جن ٻانهن ۾ پرورش پاتي اهي ان دور ۾ هارين جي حقن ۽ مظلومن جي دادرسي لاءِ سهارو بڻيل هيون. هن يقينن انهن هٿن کي قيد ۾ ڏسي پنهنجي زندگي طئي ڪئي هوندي جو هو ڪڏهن بہ ۽ ڪهڙي حالت ۾ بہ پشيمان نہ ٿي ۽ ڪهڙين بہ ڏکين حالتن ۾ مايوس نہ ٿي ۽ هميشہ پنهنجي پيءُ کي حوصلو ڏيندي رهي. مهرالنساءِ ان دور جي تمام اهم سياسي شخصيت کي پنهنجي ثابت قدمي ۽ نظريي جي پختگي سان ايترو تہ قائل ڪيو جو سڄي نبي سر ۽ آس پاس جون جوان توڙي پوڙهيون هن جي ٻن ڪمرن واري ڪچي گهر ۾ ضرور چڪر لڳائينديون آهن ۽ چونديون آهي تہ جيڪڏهن منهنجي ڳالهين مان توهان کي خوشي ٿي ملي تہ پنهنجا ڏک مون وٽ ڇڏي وڃو ۽

منهنجون خوشيون اوهان کٽي وجو. نبي سر روڊ جا ماڻهو نئڊيا وڏا مرد توڙي عورتون کيس عزت احترام ۽ پيار مان کيس "امان مهرو" جي نالي سان ڪوٺيندا آهن ۽ جڏهن ڪجهه وقت اڳي ناظمي واري اليڪشن ۾ هوءَ عورت ڪائونسلر جي سيٽ تي بيٺي ته ڇڙ هن ماڻهن ۾ لڪيل انقلابي جذبي کي ظاهر ڪرڻ جو مظاهرو ڪيو. هن اڪيلي عورت نه صرف مخالفن کي اڪيلي سر مات ڏيئي وڏي ليڊ سان سيٽ کٽي پر هن کي اليڪشن جي ورڪ دوران ايتريون ته پوتيون مليون جو هن جي گاڏي پرجي وئي. بنيادي طور تي اها سچائي ۽ ڪردار جي جيت هئي ۽ ان مان اهو ثابت ٿيو ته ڪردار ۽ سچائي کان ڪو به جاگيرداري يا قبائلي نظام وڏو نه آهي. پر غريب ماڻهن نئڊي پئماني تي ئي سهي ثابت ڪيو ته پورهيت ماڻهو تبديلي چاهي ٿو.

مهروالنساءَ 60 ۽70 جي ڏهاڪي جي گهڻن اهم سياسي شخصيتن کي ويجهي کان ڏٺو جيئن باباءِ سنڌ حيدر بخش جتوئي، بلوچ اڳواڻ مير غوث بخش بزنجو سردارخير بخش مري، عطا الله مينگل، پختون اڳواڻ خان غفار خان، ولي خان ۽ پنجاب جي ڪابي ڏر جا نالي وارا ماڻهو شامل آهن. انهن ماڻهن جي عملي زندگي کان يقينن ايتري ته متاثر ٿي هوندي جو اڄ به هو ثابت قدمي سان عوام جي ڀلائي جو خواب پنهنجي ذهن ۾ زرخيز رکي ٿي. انهن سماجي اڳواڻن جون حڪمت عمليون بي باڪيون يقينن مهروالنساءَ کان معلوم ڪري قلبند ڪري سگهجن ٿيون. جيڪي پڻ اثاثو آهن. هن ون يونٽ تحريڪ هجي يا هاري تحريڪ هجي يا ايوب جي مارشل لا ۽ ضياءُالحق جي آمريت "مهرو" انهن سڀني دورن کي ويجهي کان ڏٺو ۽ پڻ انهن دورن ۾ جمهوري

قوتن لاءِ سنڌ جي ارڏن ۽ اڏول ماڻهن کي بقا جي جنگ همت سان وڙهندي ڏٺو آهي.
هو اج بہ نبي سر جهڙي شهر ۾ عورتن جي حقن ۽ جاڳرتا لاءِ هڪ ادارو جوڙي ڪم ڪري رهي آهي، ائين اهو ادارو چڻ تہ اعلان هجي اڄڪلهہ جي سماج سڌارڪن لاءِ تہ فلاح جو جذبو پراجيڪشن جو محتاج نہ هوندو آهي.
هو هر هڪ فرد کي پنهنجي ڪٽنب جو فرد سمجهي پئي ۽ هوءَ ضعيف عمري ۾ پڻ انساني جياپي جي اوچي مقام تائين رسڻ لاءِ پاڻ پتوڙي پئي، هوءَ بنيادي طور تي روايتي سنڌي سگهڙ عورت جو نمونو پڻ آهي. جيڪي نام نهاد سنڌي سماج ۾ عورت لاءِ ڪوبہ مقام نٿا مڃين ۽ بيا جيڪي هرو ڀرو سنڌي سماج ۾ عورتن جي حقن جي پائمالي ٿا سمجهن. تن کي ڏسڻ گهرجي تہ سنڌ جي ٻهراڙي جي عورت نہ صرف ادارا جوڙي هلائي سگهي ٿي. پر هو ڪيترن ئي عورتن کي گڏ بہ ڪري سگهي ٿي. ان ڳالهہ جي ضررت آهي تہ اهڙين باهمت عورتن سان اهڙي ڪا ويهڪ يا رهاڻ رچائي وڃي جتان هن جي گوشي ۾ گڏ ڪيل مواد گڏ ڪجي ۽ هن جي تجربن ۽ ڪيفيتن کي سهيڙي نئين نسل لاءِ گس ٺاهجي.
ٿورا منجهہ ٿرن مون سان مارن جي ڪيا
عمر اُن ڳڻين آئون ڪيئن لوئي لاهيان ( شاهہ لطيف)

# امان فاطمه



امان فاطمہ جو اصل نالو ڪنيز فاطمہ آهي سندس جنم 1926 عيسوي ۾ استاد علي بخش مري جي گهر ۾ ڳوٺ ڄام ندو مري تعلقو ضلعو سانگهڙ ۾ ٿيو. تڏهن ڳوٺ ڄام ندو مري ۽ ير پاسي ۾ نياڻين جي پڙهائڻ لاءِ ڏار اسڪول ڪونہ هو. استاد علي بخش مري پنهنجن نياڻين کي پڙهائڻ لاءِ استاد مقرر ڪيو. امان فاطمہ ابتدائي تعليم ۽ قرآن شريف جي تعليم ان استاد کان حاصل ڪئي. فسٽ ايڊ جي سکيا سندس والد استاد علي بخش مري کان حاصل ڪئي، استاد علي بخش ميڊيڪل، مڪنيڪل، واڍڪو، درزڪي ڪم ۽ راڳ رنگ سميت مختلف هنر ڄاڻندو هو عربي ۽ فارسي جو پڻ ماهر ۽ سٺو شاعر هو. سندس لکيل ڳيچ اڄ ب ڳايا وڃن ٿا. هن قصيده، نوحا لکيا. انڪري کيس علائقي ۾ استاد سڏيو ويندو هو. امان فاطمہ جي شادي فدا حسين مري سان ٿي، جيڪو پڻ اڌڙوٽ عمر ۾ وفات ڪري ويو. امان فاطمہ مفت ۾ غريب عورتن توڙي مردن جو علاج ڪندي هئي. جيڪڏهن انهن جو پاڻ علاج نہ ڪري سگهندي هئي، تہ کين اسپتال وٺي ويندي هئي ۽ ان عورت کي جيڪڏهن اسپتال ۾ داخل ڪيو ويندو هو تہ هو پاڻ ان ساڻ اسپتال ۾ ترسي پوندي هئي، مريض جي ٺهل ٽڪور ۽ ڊاڪٽرن ساڻ ڳالهائي ان جي مڪمل علاج جو بندوبست ڪندي هئي، کيس ڊاڪٽر ۽ اسپتال جون نرسون توڙي ملازم عزت ڏيندا ۽ کيس امان ڪري سڏيندا هئا، اهڙي طرح کيس هرڪو امان

فاطمہ جي نالي سان سڏڻ لڳو. ڪيس ايڏي پڻ سڏيو ويو. ڪيس هڪ نياڻي جو اولاد آهي، جيڪا پڻ جواني ۾ لاڏاڻو ڪري وئي ان نياڻي کي 4 پٽ ۽ 3 نياڻين جو اولاد ڏيئ جي لاڏاڻي ان ڏک ڪيس جهوري وڌو آهي. هارٽ بيڊڙاٽپ سبب مريضن کي اسپتال وٺي وڃي نٿي سگهي. ڳوٺ ڄام ندو مري ۽ ير پاسي وارن ڳوٺن ۾ جيڪڏهن ڪنهن عورت جو موت ٿئي تہ مردي کي تڙ ڏيارڻ ۽ ڪفن پارائڻ جڻ سندس ذميواري ۾ شامل آهي. 90 سالن جي بيڊڙي هوندي بہ اج بہ هو ڪم جاري رکيو اچي. پارڻ هٿ جي هنر جي پڻ ماهر آهي.

# زيب النساءِ ملاح



زيب النساءِ ملاح 20 مئي 1977ع تي حيدرآباد ۽ ٽنڊي ڄام جي وچ ۾ 17 ڪلو ميٽرن جي مفاصلي واقع ڳوٺ مولي ڏنو ميربحر ۾ هاري محمد بچل ملاح جي گهر ۾ جنم ورتو والده جي بيحد شوق ڪيس اسڪول جو در ڏيکاريو پرائمري تعليم ڳوٺ مان حاصل ڪرڻ کان پوءِ ستين ڪلاس تائين تعليم ڏيٽا اسٽيشن واري اسڪول مان حاصل ڪيائين ميٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول جيئندو هاليپوٽو مان حاصل ڪرڻ بعد انٽر بہ اتان ئي ڪيائين.

اڃا هوءَ ميٽرڪ ۾ ئي هئي تہ سندس شادي ٿي وئي پر هن پڙهائي جاري رکي عام طور عورتون شادي ٿيڻ بعد گهر ييڙيون ٿي ويندو آهن, پر ان جي ابتڙ هن جي ساڃاهہ جو سفر سندس شادي کان پوءِ ئي شروع ٿيو.

روشن خيال ۽ ترقي پسند سوچ رکندڙ مڙس عبدالشڪور جي ساٿ ۽ سهڪار سان هن پنهنجي ڳوٺ ۾ جيڪا چٽڪ دکائي اها هاڻي وڏي لاٽ بڻجي چڪي آهي. جنهن جا اثر پرپاسي جي ڳوٺن ۾ چٽا نظر اچن ٿا. سندس ڪردار ۾ پختي ارادي ثابت ڪيو آهي تہ سچي نيت ۽ ثابت قدميءَ سان جيڪڏهن ڪو ڪم شروع ڪجي تہ ڪاميابي پڪ سان ملي ٿي.

زيب النساء جو سماجي سرگرمين کان سياست ڏانهن سفر ۾ سندس تجربا نئين نسل خاص ڪري سنڌي نياڻين لاءِ مشعل راهہ بڻجي سگهن ٿا.

ڪيس ڪيٽرائي انعام ۽ ايوارڊ پڻ ملي چڪا آهن. هوءَ سافڪو جي بورڊ آف گورنرس جي ميمبر پڻ آهي.

هن چيو تہ اسان جي خاندان ۾ منهنجي امڙ جو ڪردار ڏاڍو اتساهيندڙ رهيو آهي، تنهنڪري پهريون سبق تہ اتان مليو اڳتي هلي جڏهن شادي ٿي تہ منهنجي مڙس جي سرگرمين ذريعي مون کي شعور مليو انهن ڏينهن ۾ اسان جي ڳوٺ جي پر وارو ڳوٺ جهنڊو ناريجو سماجي سرگرمين جو مرڪز هوندو هو منهنجو مڙس عبدالشڪور بہ روزاني اتي ويندو هو ۽ اوير سوير پيو موٽندو هو. منهنجي مڙس دير سان اچڻ شروع ڪيو تہ مون کي شڪ ٿيو تہ ڪٿي هو ڪنهن برائي جي ور نہ چڙهي ويو هجي، سو اڪثر سائنس جهيڙا ٿيندا هئا پوءِ هو پنهنجين سرگرمين بابت سربستي معلومات ڏيڻ لڳو ۽ انهن جا فوٽو بہ ڏيکاريندو هو جڏهن مون اهي فوٽو ۽ انهن سرگرمين جون ويڊيو رڪارڊنگس ڏٺيون. تہ مون کي بہ ڪم ڪرڻ جو شوق جاڳيو ۽ پوءِ مون عبدالشڪور کي چيو تہ آءٌ بہ اوهانجي ڪافلي ۾ شامل ٿيندس تہ هو ڏاڍو خوش ٿيو. جنهن کان پوءِ اسان منهنجي امڙ، وڏي ڏير عبداللطيف ملاح ۽ سهري کي راضي ڪيو. ان کان پوءِ اسان ڪم جي شروعات ڪئي ۽ 21 ڊسمبر 1994ع تي پنهنجي تنظيم ماروي سماجي ترقياتي تنظيم ناهي سين.

اسان ڪجهہ چوڪرين سڄي ڳوٺ جي عورتن کي گڏ ٿيڻ جو سڏ ڏنو پهرين گڏجاڻي ۾ 12 عورتن گڏجي ڪم ڪرڻ لاءِ حاميڀري ڪجهہ عورتن مخالفت بہ ڪئي.

اسان تنظيم جو نالو "ماروي سماجي ترقياتي تنظيم" رکيو ان (نالي) تي ڪافي بحث ڪيوسين ۽ پوءِ ان نتيجي تي پهتاسين، جيئن ته "ماروي" لفظ مزاحمت جو اهڃاڻ آهي، تنهنڪري تنظيم جو نالو ان مناسبت سان رکيوسين.

شروع ۾ ته اسين منجهيل هئاسون ته ڇا ڪريون تڏهن پوري تر ۾ رڳو ڳوٺ درياءَ خان ناهيون ۾ "سجاڳ عورت ترقياتي تنظيم" هئي، جنهن عورتن لاءِ ڪم تي ڪيو اسان ان تنظيم کي رهنمائي ڪرڻ لاءِ خط لکيو جنهن ڪان پوءِ هو اسان وٽ آيا ۽ اسان کي ايس پي او ۽ آڪسفيم جو ڏس ڏنائون. اسان ايس پي او ۽ پوءِ آڪسفيم سان رابطو ڪيو جنهن اسان کي 16مئي 1996ع تي اسان کي سافڪو شهدادپور موڪليو جتي محترم سليمان جي ابڙو صاحب تنظيم سازي بابت پلوڙ اثر ڪندڙ ليڪچر ڏنو. اسان ايس پي او ۽ آڪسفيم طرفان گهوٽڪيءَ ۾ عورتن جي پروگرام ۾ شرڪت ڪئي. هن پروگرام ۾ مون تقرير ڪئي. اهو پروگرام جڏهن ريڊيو تي نشر ٿيو ڏاڍي خوشي ٿي. اسان آڪسفيم ساڻ گڏجي مختلف پروگرام شروع ڪيا.

جڏهن سرگرميون شروع ٿيون ته پروگرام ڪرڻ شروع ڪياسين ۽ مهمانن جي به اچ وڃ شروع ٿي وئي، ڪجهه انگريز مهمان جڏهن اسان وٽ آيا ته ماڻهو حيران پريشان ٿي ويا ۽ اسان تي بهتان لڳڻ شروع ٿيا، ٺٺوليون ڪيون ويون ۽ ايتري تائين جو ماڻهو گارگند ۽ اخلاق کان ڪريل حرڪتن تي لهي آيا.

اصل ڳالهه اها آهي تہ جڏهن ڪنهن هاريءَ جي گهر مان ڪو ماڻهو اڳتي اچي ۽ خاص ڪري اچي اڳواڻيءَ جو ڪردار ادا ڪري تہ اهو عمل وڏيرڪي سماج ۾ ناقابل برداشت ٿي پوي ٿو.

جڏهن اسان قرض پروگرام شروع ڪيو تہ عورتن جي اچ وڃ جو سلسلو وڌي ويو. 60 عورتون هيون جن جي اسان سان سڌي لهہ وچڙ هئي، پرپاسي ۾ ڪولهين جو ڳوٺ هو اسان انهن کي بہ قرض ڏنا. بهرحال وقت گذرڻ سان تبديلي ايندي وئي ۽ ماڻهن جي سوچ ۾ بہ ڦيرو آيو. 1998 کان 2002ع تائين اسان جون سرگرميون زورن تي هيون ان دوران آغا خان ايجوڪيشن سورس پاڪستان سان گڏ ڪم ڪيوسين ۽ ٻن سالن لاءِ تجرباتي بنياد تي نياٽين جو اسڪول هلايوسين. ان کان پوءِ پرپاسي جي ڳوٺن جي ٻارن کي بہ اسڪول ۾ آندوسين اڳتي هلي ان اسڪول کي عمارت بہ ملي، جنهن لاءِ پلاٽ اسان جي ڳوٺ جي وڏ ڙي محمد موسيٰ عطيي طور ڏنو.

2002ع ۾ آغا خان فائونڊيشن اسڪول جي عمارت ٺهرائي ۽ انتظام اسان جي حوالي ڪيو ويو. ٻن سالن تائين هنن اسڪول هلائڻ جي خرچ ۾ اسان جي مدد ڪئي. استادن لاءِ پگهارون ڏنيون انهن جي تربيت جو بندوبست ڪيو ۽ ٻيو لاڳاپيل سهڪار ڪيو. اسان 50 روپيا فيس وٺندا هئاسين، پر تعليم جو معيار نهايت اعليٰ هو. جيڪو اسڪول اسان شروع ڪيو ان کي اسان جو ساٿي منظور حسين ڪلهوڙو هلائي ٿو ۽ ان جو منتظم آهي، پر هاڻي اهو ٻاهرين امداد بدران پنهنجي مدد پاڻ تحت هلي ٿو. اسڪول جي آمدن مان نہ رڳو استادن کي پگهارون ڏنيون وڃن ٿيون پر ٻيا خرچ بہ اتان ئي پورا ڪيا

وچن ٿا. هي اسڪول پنجين ڪلاس تائين آهي. پر هاڻي اسين سوچيون پيا تہ ان جو درجو وڌايون. روڊ ۽ بيا ترقياتي ڪم ڪرايا. روڊ ٺهڻ کان پوءِ اسان جي ڳوٺ واري پل ڍهي پئي جيڪا شاخ تي ٺهيل هئي، جنهن سان اسان جو ڳوٺ ۽ ٻر جا ٻيا ڳوٺ هڪٻئي کان مڪمل طرح ڪٽجي ويا. انهن ڏينهن ۾ اسان واري تڪ مان جماعت اسلامي (متحده مجلس عمل) جي ڪلثوم نظاماڻي ايم پي اي هئي. ان سان وفد ناهي وچي، ملياسين جنهن کان پوءِ هوءَ ڳوٺ آئي ۽ ان اسان کي پل ٺهرائي ڏني.

ماڻهن ۾ سجاڳي آڻڻ جي حوالي سان غلط ۽ خراب ريتن رسمن رواجن خلاف جاکوڙ ڪئيسون، بدي جي مٽي مائٽي، ننڍي عمر جي شادين، ڪاروڪاري ۽ اهڙين ڪڏين رسمن خلاف ڪم ڪيوسين. مختلف ڳوٺن ۾ عورتن جون تنظيمون ناهيون سين. جنهن کان پوءِ انهن جو نيٽ ورڪ ناهيوسين، جنهن جو نالو "سرگرم عورت تنظيم اتحاد" رکيوسين اها اسان جي تر ۾ عورتن جي پهرين گڏيل تنظيم هئي.

2000ع ۾ جڏهن بلدياتي نظام آيو تہ ماڻهن مون کي چونڊن ۾ بيهڻ لاءِ اتساهيو پر عمر گهٽ هجڻ سبب حصو نہ وٺي سگهيس ۽ ٻين عورتن کي همٿائي اڳيان آندوسين، اسان پنهنجي خاندان مان منهنجي ڏير عبداللطيف کي نائب ناظم لاءِ بيهاريو پر اسين کٽي نہ سگهياسين. ان خلاف عدالتن تائين جاکوڙ ڪئيسين پر وريو ڪجهہ ڪونہ ! اسان جي خلاف انتقامي ڪاروائي تي، پوليس اٿالن وڌي ڪاهہ ڪئي، پر ماڻهن ان جي سخت مزاحمت ڪئي، پوليس اسان جا ڪجهہ ماڻهو ڪٽي وئي ۽ اسان اينتري مزاحمت ڪئي، جو ايس ايچ او

کي پوليس چڏي ڀڄڻ تي مجبور ٿي وئي، پوءِ اسان پنهنجو ڪيس ميڊيا ۾ کڻي آياسين، جنهن تي اسان خلاف ڪيس داخل ڪيا ويا. بهرحال ماڻهن اسان کي وڏي موٽ ڏني، زبردست احتجاج ڪياسين. پوليس ڪاروائي بعد جيڪي ڪيس داخل ٿيا، انهن ۾ نزهت پناڻ احتجاج توڙي صلاح مشوري ۾ مڪمل ساٿ ڏنو. ان کان بعد نزهت پناڻ جي چوڻ تي پي پي پي ۾ آيس ۽ تعلقي حيدرآباد جي جنرل سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. پر هنن سان ذهني هم آهنگي ٿي نہ سگهي، ائين هڪ مهينو 18 ڏينهن پ پ پ ۾ رهڻ بعد ان کي الوداع چيم ۽ 2000ع ۾ آءُ باقائدي فنڪشنل ليگ ۾ شامل ٿيس. اهڙي طرح سياسي ۽ سماجي طور سرگرم ڪردار ادا ڪندي رهي آهيان.

# مائي سومري



45 ورهن جي سومري ڀيل کي تر جا زميدار، هاري، توڙي ڪامورا ڪامريڊ سومري ڪري سڏين ٿا. هيءَ مردن کي ٻه مات ڏيندڙ عورت آهي. سومري ڀيل يونين ڪائونسل ڪيراهو تعلقو سنڌڙي، ضلعو ميرپورخاص جي ڳوٺ ميرنارو ۾ رهي ٿي، ڪيس ننڍپڻ ۾ سندس مرضي جي خلاف هڪ پوڙهي مرد سردارو ڀيل ساڻ پرڻايو ويو جنهن مان ڪيس 5 پٽ ۽ هڪ ڌيءَ جو اولاد آهي، سردارو ستن سالن تائين ٽي بي، ساهه جي تڪليف، ڪاري سائي جي مرض ۾ ھجڻ ڪري سدائين ڪٽ بلي هوندو هو ۽ ڏيڍ ٻه سال اڳ ڏيانت ڪري ويو آهي.

سومري ڀيل گهر کي سيالیندڙ اڪيلي عورت آهي. هن پنهنجي هڪ ڌيءَ ۽ ٻن پٽن جي شادي انهن جي مرضي ساڻ ڪرائي آهي. هوءَ پورهيو ڪري گهرجي مڙني ڀاتين جي پالنا ڪندي رهي آهي. عورتن کي پورهئي جو صحيح اجورو نه ملڻ تي ٻين عورتن جي ٻه نمائندگي ڪندي وڏيرن ساڻ مهاڏو اٽڪائيندي رهي ٿي. سومري ڀيل عورتن کي بينظير انڪم سپورٽ پرورگرام جي سهولت ڏيارڻ لاءِ ٻه سيني ڪان اڳيري رهندي آهي. هوءَ جڏهن ٻه عورتن ساڻ اداري ۾ ويندي آهي ته آفيس جو اسٽاف توڙي ڪامورا رڙ ڪري چوندا آهن ڪامريڊ سومري آئي آهي سندس خيال ڪريو.

پنج ست سال اڳ جڏهن سنڌ حڪومت پاران رمضان جي مهيني ۾ سستو اٽو ڏيارڻ جو فيصلو ٿيو ته هر هنڌان اها شڪايت اچڻ لڳي ته اٽو اصل ضرورتمند ماڻهن کي ملڻ بدران بااثر ماڻهن کي ڏنو وڃي ٿو يا وري دڪانن تي وڪرو ٿئي ٿو. سومري ڀيل جي ڳوٺ ميرنارو جي پر ۾ سنڌڙي تعلقي جي هيڊ ڪواٽر 12 ميل تي پڙ اٽو آيو جيڪو اصل ماڻهن کي ملڻ بدران ٻاهران ٻاهران ڊاٽسنون ڀرجڻ شروع ٿي ويون. سومري ڀيل تر جي عورتن کي گڏ ڪري اچي تعلقي سنڌڙيءَ جي آفيس جو گهيراءُ ڪيو ۽ ميرپورخاص، سانگهڙ روڊ بلاڪ ڪري ڇڏيو. اتي موجود اسسٽنٽ ڪمشنر ۽ ڊي ايس پي جڏهن عورتن کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي ته سومري ڀيل وڃي سندن ڳچيءَ ۾ پئي پوءِ ڪامورن منٿون ڪري سومري ۽ انجي قيادت ۾ آيل عورتن کان جان ڇڏائي ۽ سومري کي چيو ته اوهان پاڻ وڃي ضرورتمند ماڻهن ۾ اٽو ورهايو.

هڪ ڀيري سومري ڀيل ڦٽيون چونڊڻ جو پورهيو ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي مان مال لاءِ گاهه جي ڀري ڪري ڪٽي وڃي رهي هئي ته زميدار جي ڪمدار کيس روڪيو ۽ چيو ته مائي تو ڦٽيون چورايون آهن. هن دير ئي ڪانه ڪئي ۽ ڀري گاهه جي لاهي کولي ڏيکاري جڏهن ڀري مان ڦٽين جو ٻڙو به نه نڪتو ته هن پر ۾ ڀيل لٺ کنئي ۽ ڪمدار کي چيو ته تو ڪوڙو الزام هنيو آهي هاڻ جهل مٿو ڪمدار ڀڄي جان بچائي.

سومري موبلائزيشن ۾ پڻ سگهارو ڪردار ادا ڪندي آهي، سٺي موبلائيزر آهي پاڻ بهترين مقرر بہ آهي. جڏهن اسٽيج تي اچي ڳالهائيندي آهي تہ ائين محسوس ٿيندو تہ ڪا تجربيڪار مقرر آهي.
سومري جو علائقو هاري تحريڪ جو پڻ ڳڙهہ رهيو آهي. هتي 70 ۽ 80 جي ڏهاڪي ۾ سنڌ هاري ڪميٽي سرگرم هئي ۽ پوءِ 2002ع کان پندار سنگت ۽ بين اين جي اوز پڻ جاڳرتا پيدا ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي.
هوءَ هاري عورتن جي هڪ گروپ جي سيڪريٽري پڻ آهي ۽ عورتن ۾ جاڳرتا مهم جي اڳواڻي ڪندي آهي ۽ سماج ۾ هر قسم جي برائين خلاف پڻ جدوجهد ڪندي آهي.

# مائي جيئري



اسانجي سماج ۾ هونئن تہ مردن توڙي عورتن جي اڪثريت بي زمين آهي. جن خاندانن وٽ زمين آهي، انهن خاندانن ۾ بہ سندن نياڻين ۽ گهر وارين کي زمين نٿي ڏني وڃي. ڪوڙ سارن خاندانن ۾ نياڻين کي ان لاءِ پرڻايو ئي نٿو وڃي تہ زمين ۾ حصو نہ ڏيڻو پوي. اڻ ڳڻين خاندانن ۾ مڙس جي مري وڃڻ ڪانپوءِ ان زمين ۽ ٻئي مالڪيت کان سندس گهر واري وانجهيل رهي ٿي. 45 سالن جي مائي جيئري جو تعلق بہ اهڙي خاندان مان آهي. سندس مڙس جو نالو مرحوم الله جڙيو آهي، کيس 4 ڇوڪرن 4 ڇوڪرين جو اولاد آهي.

ان سماج ۾ نياڻي کي پرائي ملڪيت سڏي، کيس مائٽاڻي زمين کان محروم ڪيو ويندو آهي ۽ زال کي بہ مڙس جي ملڪيت تي مالڪي جو حق ڪونهي. هونئن تہ اسانجي ملڪ ۾ ماڻهو مذهب جي نالي تي گهڻو ڪجهہ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃن ٿا. ان حد تائين سوين بي گناهن کي مذهب جي نالي تي ڪنو بہ وڃي ٿو. پر شريعت ۾ ڌيءَ، ماءُ ۽ زال جو جيڪو حصو رکيل آهي اهو حق ڏيڻ تہ پري رهيو پر اها ڳالهہ ڪو ٻڌڻ لاءِ بہ تيار ڪونهي. حقيقت ۾ عورت کي حصو ڏيڻ مهل کين مذهب کي بہ پاسيرو رکيو وڃي ٿو.

اڪثر عورتون ويچاريون اڻ ڄاڻ آهن، کين اها خبر ئي ڪانهي تہ پيءُ يا مڙس جي ملڪيت ۾ سندن حصو بہ آهي. ڪجهہ عورتون وري ڄاڻ

هوندي بہ ان لاءِ ملڪيت ۾ حصي جي گهر نہ ڪنديون آهن، ڇو تہ ڪين ڊپ هوندو آهي تہ اهو مطالبو ڪرڻ تي پيءُ يا ڀاءُ ناراض نہ ٿي پون. اهڙي طرح اڪثر عورتون زمين جي مالڪي واري حق کان وانجهيل آهن.

مائي جيئري انهن جرعتمند عورتن مان آهي، جن روايتن کي ٽوڙيو ۽ جدوجهد ڪري پنهنجي زمين حاصل ڪري ورتي. هن ٻڌايو تہ رڳو سندس علائقي ۾ 4530 عورتون انهيءَ حق کان محروم آهن. هوءَ پڻ انهن مان هڪ هئي. جڏهن هن علائقي ۾ ايڪشن ايڊ جي تعاون سان اين ڊي ايس جاڳرتا مهم هلائي تہ مائي جيئري کي بہ ڄاڻ حاصل ٿي ۽ هن پنهنجي ڏير کان مرحوم مڙس جو حصو گهريو. ڊگهي جدوجهد کان پوءِ نيٺ هن کي ڪاميابي ملي. هن 5 ايڪڙ زمين وٺي پاڻ پوکڻ شروع ڪئي. جنهن مان هر سال ڳهٽ ۾ ڳهٽ 200 مڻ ساريون لهن ٿيون. هاڻ هو خوشحال زندگي گزارڻ لڳي آهي. هن چيو تہ اڳ مان 5 رپين لاءِ بہ محتاج هوندي هئس. هاڻ مان پاڻ پنهنجي ملڪيت جي مالڪ آهيان. پنهجي لاءِ يا پنهنجي ٻارين لاءِ جيڪا شئي دل چوي خريد ڪري سگهان ٿي. منهنجي ڪامياب جدوجهد کان پوءِ ٻيون عورتن بہ پنهنجو حق وٺڻ لڳيون آهن. مان پنهنجي ٻني ڏيئرن توڙي پٽن ۾ برابري جي بنياد تي ورهائيندس.

# ميهر بيبي

38 سالن جي ميهر بيبي بلوچستان ساڻ ڳنڍيل ضلعي شهدادڪوٽ جي رهاڪو آهي. سرحدي علائقن ۾ بلوچستان جو تمام گهڻو اثر آهي. شهدادڪوٽ جو هي علائقو تہ بلوچستان جي جعفرآباد واري علائقي ساڻ مليل ٿو. جتي ڪجهہ سال اڳ عورتن کي زنده دفن ڪيو ويو هيو. هتي نياڻين کي وڪ و ڪرڻ جو پڻ رواج عام آهي. نياڻي لاءِ تصور آهي تہ هوءَ پرائي ملڪيت آهي. هوءَ پرڻجي ٻئي گهر هلي ويندي. انهيءَ لاءِ عورت کي پيءُ جي ملڪيت جو وارث سمجهڻ هتان جي رواج جي خلاف آهي. رڳو پٽ کي ئي پيءُ جي ملڪيت جو وارث سمجهيو ويندو آهي. اهڙي طرح زال کي پڻ مڙس جي ملڪيت جو مالڪ يا حصيدار نہ سمجهيو ويندو آهي. جيتوڻيڪ اسلامي ۽ ملڪي قانون ۾ ان جي ابتڙ عورت کي بہ زمين ۽ ٻئي ملڪيت ۾ حصيدار قرار ڏنو ويو آهي. هتان جي رواج مطابق مڙس جي مري وڃڻ کان پوءِ انهيءَ جي ملڪيت جو حقدار پٽ ٿيندو يا وري مڙس جا پائر. مري ويل جي اولاد ۾ پٽ نہ هجي تہ پوءِ زال ۽ ڌيءَ ٻنهي کي زمين جو حصو ملڻ جو تصور بہ نہ ٿو ڪري سگهجي. ان سماج ۾ خود عورتون بہ گهڻو ڪري مڙس يا ڀاءُ يا پيءُ کان حصو نہ گهرنديون آهن, ڇوتہ حصو گهرڻ تي ڪين ڏپ هوندو آهي تہ ڀاءُ پيءُ يا مڙس جا پائر ان عورت سان لاڳاپو ختم ڪري ڇڏيندا آهن. رشتن ۾ بہ ڏار پئجي وڃڻ جي ڏپ سبب، نياڻيون پنهنجي حصي جي گهر بہ نہ ڪنديون آهن. ميهر بيبي اها باهمت عورت آهي, جنهن اهڙي ماحول

۾ رهندي پنهنجي مڙس جي ملڪيت مان 2 ايڪڙ زمين حاصل ڪري ان کي آباد ڪيو. ميهر بيبي کي هڪ نياڻي آهي، هوءَ اها ملڪيت پنهنجي نياڻي کي ڏيڻ گهري ٿي. اهڙي سماج ۾ جتي عورتن ساڻ ڏور ڏکي وارو ورتاءُ ڪيو پيو وڃي اتي 6 مهينن تائين جدوجهد کان پوءِ زمين حاصل ڪرڻ ميهر بيبي جي همٿ جو نتيجو آهي. ايڪشن ايڊ جي مدد سان اين ڊي ايس پاران هلايل جاڳرتا مهم ۾ ميهر بيبي کي همٿ ملي تہ هوءَ سندس حق حاصل ڪري سگهي. هن چيو تہ آءُ اين ڊي ايس جي تربيتي پروگرامن ۾ شامل ٿيندي هئس. انهن تربيتي پروگرامن مونکي اها همٿ ڏني تہ آءُ پنهنجو حق حاصل ڪري سگهان. سندس موقف آهي تہ زمين عورت کي سگهارو ڪري ٿي ۽ کيس سماجي طاقت فراهم ڪري ٿي. هن چيو تربيتي پروگرامن ۾ مون اهو سکيو تہ زمين جو حق منهنجو بنيادي حق آهي. پوءِ اسان عورتن ڳوٺ ۾ جاڳرتا گڏجاڻيون شروع ڪيون. اهڙي طرح جاڻ حاصل ڪرڻ کان پوءِ مون فيصلو ڪيو تہ آئون پنهنجي مڙس جي پاءُ کان پنهنجي حصي جي زمين جو حق گهرندس اهڙي طرح مون 6 مهينن تائين پنهنجي حق حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد جاري رکي آخر پنهجي حصي جي 2 ايڪڙ زمين وٺڻ ۾ ڪامياب ٿي ويس. آءُ پنهنجي زمين تي پاڻ پوک ڪندي آهيان جنهن مان منهنجي سٺي آمدني اچڻ شروع ٿي وئي، هاڻ اسان ماءُ ڌيءَ جي نہ رڳو خوراڪ جو مسئلو حل ٿي ويو آهي پر اسان عزت پري زندگي گذارڻ لڳا آهيون. آءُ اها زمين پنهنجي نياڻي کي ڏينديس چو تہ مون پنهنجي زمين حاصل ڪرڻ کان پوءِ سکيو آهي تہ عورت کي جيڪڏهن زمين ملي وڃي تہ ان جي گهر ۾ عزت وڌي ويندي آهي، مڙس بہ سندس خيال ڪرڻ ۽ عزت ڪرڻ لڳندو آهي.

# مينا وتي ڪولهي



ميناوتي ڪولهي جبري پورهئي جي شڪار گهراڻي ۾ شملو ڪولهي جي گهر ۾ جنم ورتو. سندس پيءُ شملو ڪولهي ۽ امڙ تاجو ڪولهي هارپو ڪن ٿا. سندس خاندان جبري پورهئي (غلامي) جي زندگي گهارڻ تي مجبور هئا. هي خاندان ٿر جي نگر پارڪر واري علائقي مان لڏ پلاڻ ڪري يونين ڪائونسل هاليپوٽا تعلقو ماتلي ضلعو بدين جي وڏيرڪي زمين تي قائم ڳوٺ ڪراچي پاڙي ۾ اچي آباد ٿيا ۽ هارپو ڪرڻ لڳا جتي سنڌ ٽيننسي ايڪٽ ۾ بنيادي حقن کان اڻڄاڻ هئڻ ڪري قرضن ۾ جڪڙجي جبري پورهئي جو شڪار ٿي غلامي جي زندگي گهارڻ لڳا. مينا وتي ڪولهي اهڙي ماحول ۾ جنم ورتو ميناوتي جي خاندان مان به نوجوان ويرسي ڪولهيءَ مانچند ڪولهي کي تعليم حاصل ڪرڻ ۽ سماجي تنظيمن سان رابطي جو موقعو مليو.جن ۾پيندارسنگت ۽ ڪجھ ٻيون اين جي اوز شامل آهن.اهڙي طرح هن خاندان ۾ سياسيءَسماجي شعور آيوءِهو جبري پورهئي کان نه رڳو آزاد ٿيا پرسرگرم سياسي ۽ سماجي ڪارڪن بنجي ويا.هنن سندن ڳوٺ ۽ پر پاسي جي ڳوٺن ۾ جاگرتا مهم هلائڻ شروع ڪئي ۽ برادري کي تعليم ڏيارڻ شروع ڪئي. اهڙي ماحول ۾ جنم وٺندڙ مينا.اڳتي هلي پاڻ به سرگرم ڪارڪنن بنجي وئي. هوءَ اڃان ستين درجي ۾ هئي ته هن نه رڳو سرگرمين حصو وٺڻ شروع ڪيو پر ڳوٺاڻي ماحول ۾ جتي عورت لاءِ اڪيلي سر آزادي سان

گهمڻ ٺي ڏکيو آهي اتي هڪ ڇوڪري موٽرسائيڪل سکي هلائڻ شروع ڪري ماڻهن کي حيران ڪري ڇڏيو.انٽر پاس ڪرڻ ڪانپوءِ هڪ اين جي او ۾ نوڪري ڪري رهي آهي . سندس شادي سورج ڪولهي ساڻ ٿي آهي. هو ضلعي بدين جي يونين ڪائونسل نيو دمبالو ۾ جبري پورهئي مان آزاد ٿيل هارين پاران خريد ڪيل زمين تي انگريز سامراج سان جنگ جوٽيندڙ سنڌ جي ارڏي ڪردار روپلو ڪولهي جي نالي سان قائم ڪيل ڪالوني ۾ رهڻ لڳا آهن. هي ڪالوني شهري رٿابندي ساڻ جوڙي وئي آهي جتي اسڪول ۽ مندر لاءِ پلاٽ ڪيو ويو اتي هن وقت سندن ڪوشش سان هڪ معياري مڊل اسڪول قائم ڪيو ويو آهي.هن اسڪول ۾ ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن لاءِ گڏيل تعليم وارو نظام شروع ڪيو ويو آهي.

2008۾ جڏهن مينا ستين درجي جي شاگردياڻي هئي تہ هن ۽ سندس پاءُ ڪرم چند گڏجي انعامي اسڪيم ۾ وي سي رکي جنهنجي ڪراندازي ۾ سندن موٽر سائيڪل نڪتي ڪرم چند موٽرسائيڪل وڪرو ڪرڻ گهري پر مينا انڪار ڪيو ۽ چيو هوءُ پاڻ موٽر سائيڪل هلائيندي .هن موٽر سائيڪل سکي هلائڻ شروع ڪئي.ڪائنس سوال ڪيو ويو تہ موٽر سائيڪل سکڻ محل ڪيس ڊپ ڪونہ ٿيو؟هن وراڻيو تہ انکان اڳ هو سائيڪل هلائيندیون هيون.هن ليڪڪ کي چيو اوهان ساٿين ،ويرسي،مانچند ۽خاندان وارن جي تربيت،جاڳرتا ۽همٿ ڀڏائڻ جي ڪري مون اهو ڪم ڪري ڏيکاريو جيڪو شهر جي عورت بہ همٿ ڪرڻ کان لنوائي ٿي.مونکان پوءِ اسانجي برادري جي ڪيترين ڇوڪرين موٽر سائيڪل هلائڻ شروع ڪئي.تربيت ۽جاڳرتا کان پوءِ

اسانجي خاندان رڳو هاريپي تي ڀاڙڻ بدران بياهنر سکي ۽واپار ڪري روزگار ڪرڻ شروع ڪيو.ان جو نتيجو اهو نڪتو تہ قرض ۽جبري پورهئي مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ٻچتون ڪرڻ شروع ڪيون ۽ نيو دمبالو ۾ برادري سان گڏجي زمين وٺي ڪالوني آباد ڪئي.اڄ اتي آزاد شهري واري زندگي گذاري رهيا آهيون.

# مائي ليلان



مائي ليلان جي مڙس جو نالو پورومل آهي.کيس4ڇوڪرين ۽2 ڇوڪرن جو اولاد آهي. هوءَ ڳوٺ مير ٺارو يونين ڪائونسل کيراهو ضلعو ميرپورخاص جي رهاڪو آهي ليلان جو تعلق غريب هاري خاندان سان هجڻ ڪري سندن گزر سفر ڏاڍو ڏکيو ٿيندوهيو. مٿان وري سندس مڙس عادي موالي هجڻ ڪري ٽن وقتن جي ماني ڳپي جو بہ مسئلو رهندو هو.مائي ليلان همٿ نہ هاري هوءَ پنهنجن ٻارن جا ڪپڙا پاڻ سبندي هئي ۽ مختلف زميندارن جي زمين تي لابارو ۽ڦٽين جي چونڊائي ڪرڻ کانسواءِ ڏهاڙي تي مزدوري پڻ ڪندي هئي .سندس خواهش هئي تہ هوءَ ماهر درزي بڻجي عزت پريو روزگار ڪمائي ,ٻارن کي تعليم ڏياري ، بک ۽بدحالي کان آجپو حاصل ڪري سگهي.2012 ڌاري ميرپورخاص ضلعي جي تعلقي سنڌڙي جي هيڊڪواٽر 12ميل تي پنڊار سنگت (گولڊن هيڊس وڪيشنل ٽريننگ سينٽر)جي نالي سان هنري سکيا مرڪز شروع ڪيو.مائي ليلان فيصلو ڪيو تہ هوءَ سينٽر ۾ داخلا وٺي پنهنجي خواب کي ساپيان ڪرڻ لاءِ ان مرڪز مان سکيا حاصل ڪري ماهردرزي بڻبي. سکيا سينٽر ۾ انٽريو دوران ميرٽ تي سندس چونڊ ڪئي وئي. جڏهن هن سلائي ڪڙهائي جو ڪم سکي سندس جهوپڙي نما گهرم سلائي ڪڙهائي جو ڪم شروع ڪيو تہ سندس

زندگي ۾ تبديلي اچي وئي .هاڻ نہ رڳو سندس گهر جو گاڏو هلڻ لڳو پر مائي ليلان 35000روپيا بچت ڪري اتي ئي سندس گهر ۾ هڪ ننڍڙو ريزڪي دڪان کوليو. مختلف جاگرتا گڏجاڻين ۾ سندس مڙس کي بہ پاڻ سان گڏ وني وڃڻ لڳي، هاڻ سندس مڙس ۾ بہ تبديلي اچڻ لڳي آهي. هن پڻ نشو ڇڏي ڏنو ۽ ڪار هلائڻ سکي ورتي، جنهنڪري سندس مڙس بہ ڪمائڻ لڳو پنهين زال مڙس جي ڪمائي مان هاڻ سندن ماهوار آمدني 19000 روپيہ تي وئي آهي. ان سان سندن گهر ۾ خوشحالي اچي وئي آهي . هن کان اڳ سندن آمدني4000ماهوار بہ ڪانہ هئي ۽ مڙس بہ موالي هئس.هن 11هزار ربين ۾ کير لاءِ ٻڪري پن ورتي آهي ،ٻارن کي اسڪول موڪلڻ شروع ڪيو آهي. هاڻ هوءَ پاڻ سندس مڙس ۽ٻارہ سٺا ڪپڙا اوڍڻ لڳا آهن. اڳي غربت سبب اهڙا ڪپڙا اوڍڻ سندن خواب هوندو هو.هاڻ هو بهتر کاڌو بہ کائڻ لڳا آهن.جيڪو اڳ ممڪن نہ هوندو هو.ليلان کي پنهنجي ڪهاڻي ٻڌائيندي ماضي ياد اچي ويي ۽ سندس اکين مان لڙڪ لڙي پيا هن ٻڌايو تہ ماضي وارو دور تمام ڏکيو هو.هو هارپو ڪندا هئا يا وري ٻنين تي ڏهاري تي مزدوري ڪندا هئا. سجو ڏينهن ڪمدارن ڪاراون جادڙڪا ٻڌڻا پوندا هئا ،مزوري بہ ايتري گهٽ ملندي هئي جو پيٽ گزر ئي مشڪل هو. اهڙي صورتحال ۾ ٻار پڙهائڻ ،چڱو کاڌو کائڻ ۽ چڱو اوڍڻ جو تہ تصور ئي ڪون هوبس پيٽ جي باه اجهائڻ لاءِ اهو ڪرڻو پوندو هو.اهڙي صورتحال ۾ جڏهن ڪمائي جا ذريعا بہ محدود هجن ۽

وري مڙس عادي موالي هجي ,جيئڻ جنجال بڻجي وڃي ته,پر مون همٿ نہ هاري وري جڏهن اها خوشخبري ملي تہ 12ميل تي هنري مرڪز( گولڊن هيڊس وڪيشنل ٽريننگ سينٽر) کليو آهي جتي عورتن کي هنر سيکارڻ ساڻ گڏ ڪاروبار ڪرڻ جي پڻ تربيت ڏني وڃي ٿي ڪيس اميد پيدا ٿي تہ هو ماهر درزي بنجي پنهنجي ۽ پنهنجي خاندان جي زندگي تبديل ڪري سگهي ٿي ۽ پوءِ ائين ئي ٿيو هاڻ هن جي خاندان سٺي زندگي گزارڻ شروع ڪئي آهي.

# مهرالنسا ملاح

آئون هر عورت کي فيصلي سازي ۾ با اختيارڏسڻ۾عورت کي مرد جي برابرپورهئي جو معاوضو ڏيارڻ گهران ٿي.اهي جزبا 34سالن جي هارياڻي مهرالنسا ملاح جا آهن. سندس مڙس جو نالو . نديم احمد آهي.کيس ٻن نياڻين ۽ٻن پٽن جو اولاد آهي.هوءَ ڳوٺ محمد هاشم ملاح تعلقوضلعو مٽياري ۾ رهي ٿي.

مهرالنسا ملاح ڪچي ۾ مقاطي ورتل زمين کي پاڻ پوکيندي آهي,ان ساڻ گڏ سماجي ڪارڪن بہ آهي.هوءَ گهر گهر وڃي عورتن ۾ جاڳرتا مهم هلائيندي آهي. انصاف ڀريو سماج سندس خواب آهي جنهن ۾ عورت توڙي مرد .هندوعيسائي,سک توڙي مسلمان کي برابري جا حق حاصل هجن .انهي خواب کي ساڀيان ڪرڻ لاءِ ڏينهن رات جاکوڙيندي رهندي آهي

مهرالنسا ملاح تعلقي مٽياري يونين ڪائونسل شاه عالم شاه جي وسي جي ڳوٺ محمد هاشم ملاح ۾ رهي ٿي.هوءَ اٺون درجو(مڊل) پاس آهي .سندس مڙس نديم احمد مٽياري ۾هڪ مقامي هوٽل تي رات جو بيري طور ڪم ڪر ي ٿو ۽ ڏينهن جو پنهنجي ونی مهرالنسا ساڻ ٻني تي ڪم ڪندو آهي. جيتوڻيڪ علائقي جي رسم رواج تحت عورت لاءِ پوکي راهي ڪرڻ ڏکيو ڪم آهي پر سندس چوڻ مطابق هو اهو ثابت ڪرڻ گهري ٿي تہ عورت مرد کان گهٽ ناهي.هن پنهنجي خاندان جي پيٽ گزر لاءِٻني مقاطي تي وٺي پوکڻ شروع ڪئي آهي.

هوءَ ٻني ۾ ڪٽڪ ,سبزيون ۽ ٻيا خوراڪ وارا فصل پوکيندي آهي.

هوءَ عورتن کي پوکي راهي ۾ اڳتي آڻڻ لاءِ جاکوڙي رهي آهي. جيئن عورتون زراعت ۾ قائداڻو ڪردار اد ڪري سگهن.سندس چوڻ آهي عورتن جي هر شعبي ۾ اڳتي اچڻ سان ئي معاشري ۾ مثبت تبديلي ايندي . مهرالنسا عورتن جي پوکي لاءِ زمين ۽ گهر جي مالڪي واري حق ,ڏهاڙي تي ڪم ڪندڙ هاري ۽ پورهيت عورتن کي مردن جي برابر پورهئي جو اجورو وٺي ڏيارڻ . فيصلي سازي ۾ عورتن جي برابري جي حق لاءِ هوءَ مقامي سماجي تنظيم بختاور سماجي تنظيم جي پليٽ فارم تان ڪم ڪري رهي آهي.جنهن جي هو بنيادي ميمبر آهي.

مهرالنسا ملاح جي مڙس نديم احمد ڏير فهيم احمدجو چوڻ آهي تہ هو تمام گهڻو همٿ واري عورت آهي.ٻارن سميت سڄي گهر جي سار سنڀال ڪرڻ گهر جي ڪم ڪار جي ذميواري پاڻ سنڀاليندي آهيءِ ان سان گڏ پوکي راهي ۽ سماجي ڪمن ۾ پڻ اڳڀري هوندي آهي .هوءَ سندس ٻارن کي تعليم خاص طور تي نياڻين جي پڙهائي ڏانهن گهڻو ڌيان ڏئي ٿي .

مهرالنسا جو چوڻ آهي تہ مرداڻي سماج ۾ عورتن کي برابري جو حق ڏيارڻ لاءِ سگهاريءِ مستحڪم ايڊو ڪيسي جي ضرورت آهي.جيئن مرد اها ضرورت محسوس ڪن تہ عورتن جي شرڪت بنا معاشرو ترقي ڪري سگهندو نہ وري سندن خاندان.هن جو چوڻ آهي تہ عورتن بدران مردن ۾ ايڊوڪيسي جي وڌيڪ ضرورت آهي.مردن کي اهواحساس ڏيارڻ جي ضرورت آهي ,تہ هو عورتن کي بہ انسان سمجهن,مرد توڙي عورت ٻنهي جا برابري جاحق آهن.مرداڻي معاشري جي ريتن ۽رواجن عورتن ۽ مردن ۾ اها تفريق پيدا ڪئي آهي.عورتن

ڪي انسان بدران جنس،ملڪيت سمجهو وڃي ٿو .انهي لاءِ اهڙيون ڪهاوتون بہ گهڙيون وڃن ٿيون. جنهن سان عورت کي ڪمزور ۽نيچ ڏيکاري سگهجي.اهڙي طرح غلت ريتن رسمن سبب عورت پيڙا ڀوڳي ٿي.

# ڏيلي ڪولهي

35سالن جي مائي ڏيلي جي مڙس جو نالو ڪانجي ڪولهي آهي . ڪيس3پٽن 2ڌئرن جو اولاد آهي.پاڻ ڳوٺ حمزو خان لغاري يو سي مکڻ سمو تعلقو ضلعو مير پور خاص ۾ ويٺل آهي.
2011 جي تباهي آڻيندڙبرسات جتي لکين گهر اجاڙيا ڪروڙين خاندان بي گهر ڪيا ۽هزارين خاندانن کي پنڻ تي مجور ڪيو اتي ڪجھ باهمت ۽خدار ماڻهو بہ هئا جن پنڻ کي عيب جاتو۽ ان بحران مان نہ رڳو آجپو اختيار ڪيو پر هنر سکي پنهنجي ذندگي ۾تبديلي آڻي اڳوڻي ذندگي کان بہ بهتر بنائي ڇڏي .مائي ڏيلي ڪولهي انهن ماڻهن مان هڪ آهي يونين ڪائونسل مکڻ سمو 2011جي مها برساتي ٻوڏ ۾ سڀ کان وڌيڪ متاثر ٿيندڙ علائقن مان هڪ هئو. مائي ڏيلي جو گهر جيئن تہ ان علائقي جي هڪ ڳوٺ حمزو خان لغاري ۾ هو جيڪو مڪمل پاڻي هيٺ اچي چڪو هو پاڻ سندس 5ٻارن ۽خاندان جي 9ڀاتين سميت ٻين ڳوناڻن ساڻ گڏجي سربچائي روڊن تي کلي آسمان هيٺ اچي ويٺا هئا.
2011 جي مها برساتي ٻوڏ ميڊيا جي رپورٽ مطابق 31022ڳوٺن کي ميساري ڇڏيو 12لک 20هزارگهر يا تہ ناهي پٽ ڪيا ياوري اهي رهڻ جي قابل نہ رهيا.20لک ايڪڙ زمين تي بيٺل فصل ٻڏي سڙي ختم ٿي ويو هر طرف موت جو راڪاس لامارا ڏئي رهيو هو.انهي نقصان جو ڪاٿو 134 ارب رپيا لڳايو ويو.هن مها ٻوڏ تر جي 2لک 50 هزار ماڻهن کي خوراڪ، صاف پاڻي،گهرن سميت بنيادي سهولتن کان محروم

ڪري ڇڏيو. جڏهن ماڻهو ٻي گهر تي وڃن .ڪين ڪائڻ لاءِ ماني ڳيوپيئڻ لاءِ پاڻي,اوڍڻ لاءِ اوڇڻ رهڻ لاءِاجهو نہ هجي,اهي روڊن۽شاخن جي بندن تي ڪلي آ سمان هيٺان اذيتون ڀوڳيندا هجن.اهڙي صورتحال ڪي منهن ڏيڻ ڪان پوءِ بہ ڪو ماڻهون نہ رڳو صحيح سلامت هجي ، پرپنهجي گهر ڪي بحران مان ڪڍي خوشحالي جي نويد ٻڌائي انهن باهمت ماڻهن مان هڪڙي مائي ڏيلي ڪولهي آهي.جنهن بحران واري دور ڪي منهن ڏئي هنر سکي روزگار جا نوان گس ڳولي پنهنجي خاندان ڪي بک ۽ بدحالي جي پيڙا مان آجپو ڏياري عزت ڀري زندگي گزاري.

برسات جي تباه ڪارين ڪان پوءِ نئين زندگي شروع ڪرڻ لاءِ ڏيلي ڪولهي جو خاندان جڏهن واپس ڳوٺ پهتو تہ سندن گزاري لاءِ ڇڙوا ڳ پورهئي (Daily wages) ڪانسواءِ ڪو ٻيو رستو نہ هو. ان صورتحال ۾ يو اين وومين (UN Women)متبادل روزگار لاءِ ايس پي او جي مدد ساڻ تربيتي ڪم شروع ڪيو. مائي ڏيلي عورتن جو هڪ جٿو تيار ڪري رڃي آچار ناهڻ۽ قدرتي ميون جو رس ناهڻ جي سکيا وٺي جديد طريقن ساڻ انهن ڪي محفوظ ڪرڻ ۽ مارڪيٽ ۾ وڪرو ڪرڻ جو هنر سکيو. 40 عورتون اهو هنر سکي گهرن ۾ شيون تيار ڪري پنهن جي مردن ڪي بازار ۾ وڪرو ڪرڻ لاءِ موڪليندون آهن.جنهن سان نہ رڳو انهن عورتن جي خاندانن ڪي غربت مان ڇوٽڪارو مليو پر ڪين خاندان ۾عزت وارو مقام ملڻ شروع ٿيو.

ڏيلي ڪولهي پنهنجو داستان ٻڌائيندي چيو تہ 2011 جي مها برساتي ٻوڏ جو پاڻي اچتو سندن گهرن ۾ داخل ٿي ويو تہ ڳوٺ ۾ ترٿلو مچي ويو

اسان سر بچائي گهرن مان نڪتا سين پوڙهن ۽ ٻارن جو ان صورتحال ۾ نڪرڻ مشڪل هو انهن کي ڪلهن تي کڻي پاڻي جهاڳيندا اچي ميرپور خاص ميرواه روڊ تي پهتاسين اهڙي طرح ٻوڏ جي اونهي ۽ تيز وهڪري واري پاڻي مان پار پئي اچي محفوظ هنڌ تي پهتا سين چوڌاري ڪيهن ,ڪوڪن ۽ پاڻي جي ڌڌڪن جا هائن ڏاريندر آواز ٻڌڻ ۾ پيي آيا ,هرڪو پنهنجي جان بچائڻ ۾ پورو هو.هڪ ٻہ ڏينهن کلي آسمان هيٺ ويهڻ کان پوءِ ڪجهہ اين جي اوز ۽ ترس رکندڙ انسان مدد لاءِ آيا جن اچي اسانکي ماني ڳيو ڏنو. رهڻ لاءِ ڪيئمپون پڻ قائم ڪيون ويون جن ۾ اسين لڳ ڀڳ 3 مهينن تائين رهياسين.انهن ڪيمپن ۾ هندو هجڻ ڪري اسين مت پيد جو شڪار رهياسين.اتي مون فيصلو ڪيو تہ هاڻ روزگار جا بهتر گس ڳوليندا سين, اهڙا گهرڙا ناهيندا سين جيڪي آفتن جو مقبلو ڪري سگهن.

# مائي نهالي



مائي نهالي (بيواه) سُرتو ويٺل ڳوٺ محراب شاه. پنهنجي گهر جو گاڏو پاڻ هلائيندي آهي. مائي نهالي ٻني ٻاري تي مزدوري ڪري پنهنجو ۽ پنهنجي ٻارن جي پيٽ گذر لاءِ ڏينهن رات جاکوڙڻ کان پوءِ مس ٻن ويلن جي ماني جو بندوبست ڪندي هئي. سندس ڳوٺ ويجهو تعلقو سنڌڙي، ضلعو مير پور خاص ۾ 12 ميل تي ٻندار سنگت عورتن کي هنري سکيا ڏئي ڪاروبار ڪرڻ جي پروجيڪٽ تي ڪم شروع ڪيو ته هن ۾ پڻ سکيا وٺي ڪم ڪرڻ جو شوق پيدا ٿيو. مائي نهالي ٻڌايو ته ان کان پهرين ٻه آئون پنهنجي گهر ۾ سلائي مشين جو ڪم ڪندي هئيس پر ٻندار سنگت جي پروجيڪٽ ۾ جنهن طريقي ساڻ ڪم ۾ نواڻ آڻڻ جو هنر سيکاريو ويو. ان مان آئون گهڻو سکيس ۽ هاڻ مون سلائي مشين جي ڪم ۾ نواڻ آڻي اهڙا ڪپڙا سبڻ شروع ڪيا آهن، جيڪي مارڪيٽ ۾ وڪرو ٿي سگهن. هن کان پهرين مون ڪڏهن به مارڪيٽ مان ڪپڙو وٺي سبي وڪرو نه ڪيو هو پر جڏهن کان ٻندار سنگت جي سکيا سينٽر ۾ ٽن مهينن جي ڪورس دوران اسانکي نيون شيون سيکاريون ويون، جن جي سکڻ سان منهنجي هٿ ۾ جيڪا نواڻ آئي، انهي جي ڪري پر پاسي جي ڳوٺن مان پڻ آرڊر ملڻ شروع ٿيا. جيئن ئي مون کي وڏيڪ آرڊر ملڻ شروع ٿيا ته مون بچت ڪري مارڪيٽ مان ڪپڙو ورتو ۽ ننڍين وڏن جا وڳا ناهڻ شروع ڪيا ۽ انهن کي مناسب اگهه تي وڪرو ڪيو جنهن مان هاڻ منهنجي گهر جي آمدني سٺي ٿي رهي آهي.

# مائي سليمت



1940 ڌاري مائي سليمت عبدالرئوف هاليپوٽو جي چونري ۾ جنم ورتو. سندس جنم ڀومي ڳوٺ تڳوسر تعلقي ننگرپارڪر جي ڪندو ۽ ڀائر واري ٿر جي ٻٽيءَ جنهن کي اصل ۾ ڍاٽ ۾ ڳڻيو وڃي ٿو ان علائقي جا رنگ ئي نرالا آهن. هتي ڀٽون ۽ جبل آهن ته ميدان به. هن ٻٽي جي ڍاٽڪي ٻولي ۽ کوهن جو پاڻي ترين لاءِ آب حيات جيان آهي. ان ڳوٺ کان رستو ننگرپارڪر، ڇاڇرو ۽ عمرڪوٽ ڏانهن ويندو آهي. ٻنين هاليپوٽن جي غفوراڻي پاڙي ۾ پيدا ٿيل سليمت جو ڏاڏو مڱليداٽو ۽ پڙڏاڏو حاجي يوسف ٻئي عالم هئا. سندس پاءُ محمد عالم پيش امام ۽ سندس ٻه چاچا گل محمد ۽ مهراڻ مال جي علاج جا ڄاڻو هئا.

سليمت اڃان مس ڏهن سالن جي عمر جي هئي، ته هن پنهنجي چاچي مهراڻ کان مال جي بيمارين، انهن جي علامتن ۽ علاج سکڻ شروع ڪيو. ان طرح هن پنهنجي چاچي مهراڻ سان گڏجي ٿر ۾ بيمار چوپائي مال جو علاج ڪرڻ شروع ڪيو. سليمت هن کان چوپائي مال جي بيمارين ۽ علاج بابت مسلسل سکيا وٺندي رهي، گڏوگڏ سليمت پنهنجي سگهڙ امڙ کان پرت ۽ ڏاڏي محمد يوسف کان واڍڪو ڪم به سکيو. هيءَ اوتاري تي ايندڙ ويندڙ مهمانن کي ماني ٽڪي به پنهنجي هٿن سان پچائي کارائيندي رهي ۽ جڏهن سليمت جوان ٿي ته هوءَ

جتي پنهنجي علائقي ۾ پرت پرڻ ۽ واڳڪو ڪم ڪرڻ سبب مشهور ٿي، ان سان گڏ مهمان نوازيءَ ۾ سندس نالو ٿيندو ويو.

هن جي ڏاڏي، والد ۽ چاچي جي وفات ڪانپوءِ ڪيس زندگيءَ جي رستي تي ڏکن جي پيري بہ ڪٽڻي پئي، پوءِ جڏهن هن زندگيءَ جون وکون اڪيلي سر کنيون تہ واڳڪو ڏنڊو ۽ پرت پرڻ واري ڪرت کي ڇڏي ڏنائين، باقي مهمان نوازي ۽ چوپائي مال جي علاج ڪرڻ ۽ پاڳين کي بيمارين جا ڏس ڏيڻ واري ڏاهپ جاري رکيائين.

مائي سليمت مڙني جانورن جي بيماري سڃاڻڻ ۽ علاج ڪرڻ جي ماهر سمجهي وڃي ٿي، پر اٺ ۽ گهوڙي جي بيمارين جي علاج جي ڪيس تمام گهڻي ڄاڻ آهي. هوءَ هن وقت سنڌ جي واحد عورت آهي، جيڪا اوطاق هلائي ٿي.

ٿر ۾ برساتن تي فصل ٿين ٿا، ان ڪانسواءِ ٿر واسين جو 95 سيڪڙو گذران چوپائي مال جي پالنا، کير مکڻ، ڏڌ ۽ ڏوئنري تي آهي، سنڌ جي اڳوڻي وڏي وزير ارباب غلام رحيم نئون ڪوٽ ۽ ڪلوئي ۾ ”ڪيٽل فارم“ جو بنياد رکيو جنهنجو 95 سيڪڙو ڪم مڪمل ٿي ويو آهي، پر ڪلوئي واري مهران ڏنڌ واري ڪالوني تباهہ ٿي وئي، هن وقت تہ پراڻو ٿر بہ ناهي رهيو، هاڻي ٿر ۾ جديد ٽرانسپورٽ، پڪا رستا، تعليم، بجلي ۽ وٽنري اسپتالون بہ قائم ٿي ويون آهن. تنهن هوندي بہ اڄ بہ ٿر سميت سڄي سنڌ، پنجاب ۽ بلوچستان مان پاڳيا ڪهي اچي سليمت وٽان چوپائي مال جي مختلف بيمارين جا ڏس پڇن ۽ علاج ڪرائين ٿا، غريب پاڳيا تہ پنهنجي جاءِ تي پر بشير احمد هاليپوٽو علي حسن زرداري ۽ ٿر جي ارباب امير حسن جي بيمار گهوڙن جو علاج بہ سليمت

هاليپوٽو کان ڪرايو ويو هو مسڪين ۽ مجبور ماڻهن جا درد ۽ مورن جا اداس ٿهوڪا کيس روئاري وجهندا آهن. کيس ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ, سنڌ جي ثقافت کاتي کان ماهوار وظيفو منظور ڪرائي ڏنو هو, جيڪو ارباب غلام رحيم جي وڏ وزارت دوران بند ڪيو ويو.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پنهنجي ڪتاب ”رهاڻ هيرن ڪاڻ“ ۾ سنڌ جون ماناتيون مايون واري باب ۾ سليمت هاليپوٽو سان 30 ڊسمبر 1978ع تي ٿيل پنهنجي گفتگوءَ جو ذڪر ڪيو آهي, ساڻس جانورن جي ڪيل علاج واري ڳالهه پڻ بيان ڪئي اٿس صبح جو ماڻهو بيمار جانور وٺي آيا, هڪ بيمار اٺ, جنهن کي ڏسي پڇيائين ته اٺ جهنگ ۾ رهجي ويو هو ڇا؟ مالڪ چيو ته هائو مائيءَ چيو ته اٺ کي سيءُ لڳو آهي ۽ اٺ جو مغز جهليل آهي, اٺ کي ويهاريائون ۽ گوڏي تي لت ڏئي جهليائون, مائيءَ هڪ تيز چاقوءَ سان اٺ جي ڪن کان هيٺان هڪ چير ڏنو ته ڪارو رت ڦوهارو ڪري نڪتو ته اٺ ساهه پٽيو ۽ ڪنڌ ورايو پوءِ مائي وڪ لکايا ۽ سمجهايو ته اٺ کي ڏُڪ ڏين.

سليمت وٽ 100 ايڪڙ زمين, اٺ, گهوڙا, ڍڳيون, ٻڪريون ۽ رڍون آهن, جيڪي هن وقت هيءَ پاڻ ۽ سندس پائٽيو مهراڻ سنڀالين ٿا. سليمت عمر جي آخري وهيءَ ۾ اچڻ تائين شادي جي بنڌڻ ۾ نه ٻڌي, هن جي چوپائي مال جو علاج ڪرڻ ۽ مهمانن جي مهمان نوازي ڪرڻ کانسواءِ ٻي ڪابه خواهش نه آهي, پر پوءِ به عقل ۽ ڏاهپ ۾ سرس سليمت جانورن جي بيمارين جي علاج ۽ مهمان نوازي واري ڪرت ۾ رڌل آهي.

# مائي سائره



مائي سائره جي عمر 30 سال آهي، هوءَ شهداد ڪوٽ تعلقي ۾ سنڌ ۽ بلوچستان جي سرحد تي ڳوٺ هاشم پتي، يونين ڪائونسل جمالي جي رهاڪو آهي، ڪيس 2 پٽ ۽ 4 ڌيئرن جو اولاد آهي، سندس خاندان 10 ڀاتين تي ٻڌل آهي، جن ۾ سندس مڙس، پٽ، ڌئرون، سهرو ۽ سس شامل آهن. سندس مڙس هارپو ڪندو آهي. ڳوٺ ۾ 210 گهر آهن. ڳوٺ ۾ رهندڙن جي اڪثريت بي زمين هارين جي آهي. سائره جي خاندان جو تعلق پڻ بي زمين هارين مان آهي، هوءَ سرگرم سماجي ڪارڪن آهي. سندس چوڻ آهي تہ ڳوٺ جي ترقي ۽ عورتن جي حقن لاءِ جاڪوڙڻ ۾ ڪيس تمام گهڻو سڪون ملي ٿو. اين ڊي ايس ايڪشن ايڊ جي مدد سان 2006 ۾ جڏهن مقامي ماڻهن جي حقن واري پروگرام (LRP ) 24 جي شروعات ڪئي ۽ مختلف تربيتي پروگرام جنهن ۾ هنري سکيا، زراعت، مال پالڻ، انساني حق ۽ سماجي ڪمن بابت سرگرميون شروع ڪيون تہ سائره انهن تربيتي پروگرامن ۽ سرگرمين ۾ ڀرپور حصو وٺڻ شروع ڪيو. هن تربيت ڏيڻ جي سکيا پڻ ورتي. اهڙي طرح هوءَ پاڻ ٽرينر بڻجي وئي ۽ اين ڊي ايس نوجوان نياڻين کي لکڻ پڙهڻ سيکارڻ جو پڻ پروگرام شروع ڪيو تہ ڪيس ان لاءِ مقرر ڪيو ويو. ان جو ڪيس جيڪو اجورو ملندو آهي، ان مان گهر جي سيڏي ڪانسواءِ ڪپڙالٽا ۽ ٻيون گهر جون ضرورتون پوري ڪندي آهي. هاڻ هوءَ غربت جي پيڙا مان آجپو حاصل ڪري چڪي آهي. سندس خاندان سنو کائڻ ۽ سنا ڪپڙا پهرڻ لڳو آهي، هوءَ پنهنجي ننڍي نياڻي دعا کي پڙهائڻ پڻ لڳي آهي.

# مائي راستي



مائي راستي جو جنم 1974 محمد صالح ماڇي جي گهر ۾ ٿيو سندس تعلق هاري خاندان سان آهي. شادي کان پوءِ سندس مڙس غلام حسين سان گڏ ڳوٺ حاجي تاج محمد مري تعلقو ۽ ضلعو سانگهڙ ۾ رهائش اختيار ڪيائين. ڪيس 7 ٻار آهن، جن مان 5 پٽ ۽ 2 ڌئرون اٿس. هوءَ سندس مڙس سان گڏ هاريو ڪندي آهي. ٻارن کي پڙهائڻ جو شوق اٿس پر غربت سبب ٻارن کي پڙهائي نہ ٿي سگهي 2016 جي مڪاني ادارن جي چونڊن ۾ حصو ورتائين ۽ وڏي اڪثريت سان ڪائونسلر چونڊجي، هو عورتن جي حقن خاص طور هارياڻين جي حقن لاءِ جاکوڙي رهي آهي، سندس چوڻ آهي تہ هارياڻين کي سماجي تحفظ ڏيارڻ زمين ۽ گهر جو مالڪ بنائڻ سندن عزت ڀرئي روزگار ۽ مزدور عورتن کي مردن جي برابر پورهئي جو اجورو ڏيارڻ يونين ڪائونسل ٻوٻي جي هر بس اسٽاپ تي مسافر خانو تعمير ڪرائڻ جتي باٿروم، بجلي، پيئڻ لاءِ ٿڌي پاڻي جو بندوبست هجي جتي عورتون اچي بسن جو انتظار ڪرڻ محل عزت ڀرئي انداز سان ويهي سگهن، سندس خواب آهي جنهن کي ساپيان بنائڻ لاءِ جاکوڙي آهي.

# ڪملا ڪولهي

ڪملا ڪولهي جبري پورهئي جو شڪار هاري مائوجي ڪولهي ۽ مائي ڀاٽي جي گهر ۾ جنم ورتو هو انٽر پاس ڪري ليڊي هيلٿ ورڪر (ايل ايچ وي) طور ڪم ڪري رهي آهي ۽ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ جو ارادو رکي ٿي. هن ٻالڪ پڻي ۾ سائيڪل ۽ پوءِ موٽر سائيڪل هلائڻ شروع ڪئي. جنهن سماج ۾ شهر جون ڇوڪريون بہ همٿ نہ ساري سگهن، اتي هڪ ڳوناٺي ڇوڪري موٽر سائيڪل هلائي وڏي همٿ جو مظاهرو ڪيو. ڪملا کان اڳ مينا موٽر سائيڪل هلائڻ شروع ڪئي جنهن کان پوءِ ڪملا اهو جرعتمنداڻو قدم ان وقت کنيو جڏهن هوءَ اڃان ستين درجي جي شاگردياڻي هئي. اهو 2008 جو زمانو هو عوامي پارٽي، ڀنڊار سنگت ۽ سنڌ هاري پورهيت ڪائونسل پاران ڪپري موري ويجهو ماتلي تعلقي جي يونين ڪائونسل هاليپوٽا ۾ ميناوتي ۽ ڪملا ڪولهي جي ڳوٺ ڪراچي پاڙي ۾ نامياري هاري اڳواڻ باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي ورسي جو پروگرام هو ليکڪ (تاج مري) ڪامريڊ رمضان ميمڻ، شاهينہ رمضان، پنهل ساريو جڏهن نيو دمبالو پهتا تہ موٽر سائيڪلن، سائيڪلن، گڏه گاڏن جي ڪافلي سان ڪولهي برادري سندن آجيان ڪئي. ان ڪاروان ۾ موٽر سائيڪلن جي ڪافلي جي قيادت ڪملا ڪولهي ۽ مينا وتي ڪري رهيون هيون. شاهينہ رمضان ڀنڊار سنگت جي گاڏي مان لهي وڃي سندن موٽر سائيڪل تي ويٺي.

ڪراچي پاڙي جي ڪملا ڪولهي جڏهن موٽر سائيڪل هلائڻ شروع ڪئي تہ تر جي ماڻهن ۾ اها هاڪ ٿي تہ ڪپري موري جون ڪولهياڻيون ڇوڪريون بہ تہ ابا ڦٽڦٽي هلائين ٿيون اها تہ قيامت جي

نشاني چئبي! ڪملا يا ميناوتي موٽر سائيڪل تي سوار ٿي جڏهن گهر مان نڪرنديون هيون تہ ماڻهو رستن تي بيهي حيرت سان ڏسندا هئا ۽ مختلف تبصرا ڪندا هئا.

اها ڳالهہ تر جي وڏيرن تائين بہ پهتي وڏيرن ڪملا جي مائٽن کي چيو تہ اهو سنو ڪونهي رواج جي خلاف آهي، ان سان ماحول خراب ٿيندو. ڪراچي پاڙي جي باهمت مردن وڏيرن کي کتو جواب ڏنو تہ اسانجون چوڪريون مردن کان گهٽ ڪونهن. اسان نياڻين کي گهرن ۾ بانهيون ڪري ويهارڻ نٿا چاهيون. چوڪرين همت ڪئي آهي. اسانجو ماحول خراب نہ ٿيو آهي پر سڌريو آهي. اسانکي فخر آهي تہ اسانجون نياڻيون مردن ساڻ ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلڻ جي صلاحيت رکن ٿيون.

ڪملا ۽ مينا ۾ اها همت سندن ڪالوني جي سرگرم اڳوڻن ويرسي ۽ مانچند پيداڪئي. انهن ٻنهي ڪارڪنن جي مختلف سماجي تنظيمن ساڻ رابطن کان پوءِ اين جي اوز وارن ڪراچي پاڙي ۾ اچڻ شروع ڪيو. اين جي اوز جي جاگرتا گڏجاڻين ۽ تربيتي پروگرامن شعور بيدار ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. هنن ڳوٺ جي چوڪرين ۽ چوڪرن کي پڙهائڻ شروع ڪيو ۽ انهن ۾ اهو شعور بيدار ڪيو. ڪولهي سنڌ جا اصلڪا رهاڪو آهن، هو ڪنهن کان گهٽ ناهن اهي پورهيت آهن. کين بنيادي شهري حقن، انساني حقن ۽ جبري پورهئي واري قانون کان آگاه ڪيو ويو ۽ کين متبادل روزگار بابت بہ آگاهي ڏني وئي. هاڻي هو نہ رڳو جبري پورهئي کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري چڪا آهن پر ٽيننسي ايڪٽ تحت زميندار کان پنهنجا حق حاصل ڪن ٿا ۽ بچتون ڪري پنهنجي گهرن جا مالڪ بڻيا آهن. مال متاح ۽ سواري لاءِ موٽر سائيڪلون پڻ ورتيون اٿن.

# نازو ڌاريجو



تعلقي قاضي احمد، ضلعي نوابشاه جي مثالي آبادگار نازو ڌاريجو باهمت عورت آهي، سندس ڪردار عورتن تہ ڇا مردن لاءِ بہ اتساه جو ڪارڻ بڻي آهي. پاڪستان ڪاٽن ريسرچ انسٽيٽيوٽ سڪرنڊ پاران ڪوٺايل آبادگارن جي ڏهاڙي ۾ جتي مرد آبادگارن جي شرڪت ڏسڻ ۾ آئي، اتي اسانجون پينر آبادگار عورتون بہ موجود هيون جن هڪ وڏي اتساهہ ۽ جذبي سان زراعت خاص طور تي وونئڻن جي پوکي ۾ دلچسپي رکندڙ هيون. اهڙين عورتن ۾ هڪ اهڙي بہ عورت آبادگار ڏسڻ ۾ آئي، جنهن جو سنڌ جي زراعت ۾ مک ڪردار آهي. سندس هٿن ۾ زيور پاتل بہ ملندا تہ پنهنجي حفاظت لاءِ ڪلاشنڪوف بہ هوندي تہ وري انهن هٿن سان زرعي اوزارن جو استعمال بہ هوندو. ان ۾ ڪوبہ شڪ ناهي تہ زراعت جي حوالي سان سنڌ جي ڳوٺاڻي زندگي ۾ جتي مرد کي قدر جي نگاهہ سان ڏٺو ويجي ٿو اتي ڳوٺ جي سادي سودي عورت بہ پنهنجو مٿ پاڻ آهي، جيڪا پنهنجي مرد جو ساٿ ڏئي ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي ٻني ٻاري تي ڪم ڪري ٿي اهڙي طرح سنڌ جي خوشحالي ۽ زرعي ترقي ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪري ٿي. آبادگار نازو ڌاريجو پنهنجي تر ۾ وڏيري نازو جي حوالي سان سڃاتي وڃي ٿي. جڏهن تہ ڪيس مختيار جي نالي سان بہ سڏيو وڃي ٿو.

نازو جتي سياسي طور سرگرم آهي اتي ڪيس روشن خيال آبادگار طور بہ سڃاتو وڃي ٿو. هن مقامي وڏيرن ۽ ڏوهاري قسم جي ڏرين سان ماضي ۾ جيڪا جنگ جوٽي ۽ مهاڏا اٽڪايا سا سندس همت ۽ بهادري

ڪي ظاهر ڪري ٿي. اسان جي معاشري ۾ جتي عورت رڳو ٻار پالڻ، گهر جي سارسنڀال ڪرڻ تائين محدود هجي. سا هٿن ۾ ڪلاشنڪوف کڻي مقامي قبضه خور وڏيرن ۽ ڌاڙيلن جو دليري سان مقابلو ڪيو ۽ پنهنجي ڪٽنب جي معصوم ٻارڙن سميت انهن گهر ڀاتين جو تحفظ ڪيو جيڪي وقت جي وڏيرن ۽ ڌاڙيلن جي ڪاروائين کان بچي چڪا هئا ۽ جن جي مارڻ لاءِ به سندس مخالف ڏريون وجهه جي تلاش ۾ هيون. سندس ان ڪردار ڪري علائقي اندر ڪيس قدر جي نگاهه سان ڏٺو ويجي ٿو.

زراعت جو ذڪر ڪبو ته پاڻ زراعت جي سڌريل طريقن تي عمل ڪندي سڌريل جنسن جا ٻج پوکي ٿي ۽ پنهنجي نگراني ۾ پوکائي ڪرائي ٿي جنهنڪري سندس فصلن جي مڙڻ ڪت چڱن ڀلن مثالي آبادگارن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ لهي ٿي.ڪڻڪ ، ساريون ، ڦٽيون ۽ ڪمند سندس مک فصلن ۾ شمار آهن پر پاڻ سايون ڀاڄيون ، ميوا ۽ ٻيا فصل به پوکي ٿي. .زرعي سرگرمين ۾ سندس وڏو چاهه ۽ حصو هوندو آهي . ڪٿي به زراعت سان لاڳاپيل سيمينار منعقد ٿيندا آهن ته پاڻ ان ۾ ڪوشش ڪري شريڪ ٿي پنهنجي مثبت صلاحون ڏيندي آهي. هن 2011 وارين مها ٻوڏن ۾ پڻ ڪليدي ڪردار ادا ڪندي مقامي ماڻهن جي سهڪار سان متاثرين جي واهر ڪرڻ لاءِ پتوڙيائين.

کرڪٽا لاهي سُک نہ سُتا ڪڏهن
اوسيئڙو آهي ڪاهوڙين کي پنڌ جو




تاج مري سنڌ جي قومي، جمهوري ۽ ترقي پسند سياست جو ڄاتل سڃاتل ناءُ آهي. هن جي زندگي ترقي پسند سياست جو ڪنڊائين راه تي سدا گامزن رهي آهي ڪيئن ڪشٽ ڪشالا ۽ ڪنناٽيون پوڳڻ جي باوجود اڄ بہ تاج مري جي مُک تي هڪ سدا بهار مرڪ هن جي زنده دلي ۽ اورچا جو اهڃاڻ آهي. 14 آگسٽ 1953 تي هن جو جنم ضلعي سانگهڙ جي ڳوٺ حاجي تاج محمد مري ۾ زوار فضل حسين مري جي گهر ۾ ٿيو.

ون يونٽ مخالف سنڌ جي شاگردن جي سرگرم تحريڪ کيس پاڻ ڏي اهڙو تہ ڇڪي ورتو جو هميشہ لاءِ سياست جي آدرشواد زلفن جو اسير بڻجي ويو. ڪامريڊ ڄام ساقي ۽ مير ٿيٻي جي اڳواڻي ۾ سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن (ايس اين ايس ايف) جو ڪنڊياريءَ ۾ نظر محمد سنگراسي سان گڏ شروعاتي ڪارڪن ۽ پوءِ اڳواڻ بڻيو. ڊي سي هاءِ اسڪول ڪنڊياري ۾ پڙهائي دوران سندس ئي صحبت ۽ رابطي تي هي لکندڙ بہ ايس اين ايس ايف ۾ شامل ٿيو. ان لحاظ کان تاج مري منهنجي لاءِ سياست جو پيغام رسان ثابت ٿيو. تاج ايس اين ايس ايف سانگهڙ ضلعي جي اڳواڻي دوران سڀ کان پهرين 1973 جي آئين خلاف سنڌ يونيورسٽي ۾ ان وقت جي قانون واري وزير حفيظ پيرزادي خلاف احتجاج کان پوءِ گرفتار ٿيو. وري جڏهن ضياءالحق جي مارشل لا لڳي تہ هن1978 ۾ آزادي صحافت جي تحريڪ دوران ڪميونسٽ پارٽي جي فيصلي تحت حيدرآباد مان گرفتاري پيش ڪئي، شميم واسطي، محمد صالح بلو شير محمد مگريو محمد خان سولنگي، مرحوم صحافي شبير بيدار ۽ٿو محبوب قريشي، محمد زمان، محمد حئي، محمد بخش بلوچ، قلندر بخش مهر، اشفاق پياري، قادربخش ڏيٿو سميت ڪوڙ سارا پارٽي ڪارڪن ۽ صحافي ساڻس جيل ۾ گڏ هئا.

1979ع ۾ آزادي کان پوءِ ٻيهر سرگرمي ڪري سندس گرفتاري لاءِ ڇاپا هنيا ويا. پوليس کيس گرفتار ڪري نہ سگهي تہ سندس والد صاحب کي گرفتار ڪري پيرومل ضلعي سانگهڙ ۽ ڄامشورو ٿاڻن تي رکيو ويو.

تاج مري ايس اين ايس ايف جي مرڪزي نائب صدر ۽ سيڪريٽري جنرل رهڻ کان پوءِ هن مارشل لا دوران ڪامريڊ غلام رسول سهتو ۽ ڪامريڊ غلام حسين شر سان گڏ سنڌ هاري ڪميٽي ۾ شموليت ڪئي ۽ مارشل لا دوران روپوش رهي هاري ڪميٽي کي منظم ڪيو. سنڌ هاري ڪميٽي، ايم آر ڊي تحريڪ ۾ ڀرپور شرڪت ڪئي.

1990ع جي ڏهاڪي ۾ ترقي پسند سياست جي پيچ ڊاهہ کان پوءِ عوامي پارٽي جي نالي سان ترقي پسند پارٽي ٺاهيندڙ اڳواڻن ۾ شامل هو. بعد ۾ عوامي پارٽي سميت ٽن ترقي پسند پارٽين کي گڏ ڪري عوامي ورڪرز پارٽي ٺاهڻ واري ڪم ۾ پڻ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. ڪاٻي ڌر جي سياست ۾ پڻ سازشي ڪلچر جون منفي روايتون هلنديون اچن ٿيون. آخر ڪاٻي ڌر وارا بہ هن سماج جا فرد آهن ۽ سرشتي جي منفيت جو ڪاڄ بڻجن ۽ بڻائين ٿا. تاج مري عوامي ورڪرز پارٽي ۾ جالي نہ سگهيو. ۽ اڄڪلهہ نيشنل پارٽي سنڌ جو جنرل سيڪريٽري آهي.

تاج مري سياست کان علاوه سماجي ۽ صحافتي سرگرمين ۾ پڻ سرگرم ڪردار ادا ڪيو. هن ويهہ سال کن پرنٽ ۽ اليڪٽرونڪ ميڊيا سان ڪم ڪيو.

هن اين جي او سيڪٽر ۾ پنهنجي هم خيال دوستن سان ڀنڊار سنگت ۾ ڪم ڪيو ۽ هاڻ سڄيت سان گڏ ڪم ڪري رهيو آهي. ڀنڊار سنگت ۽ سڄيت هارين ۽ پورهيتن لاءِ جاکوڙيندڙ اين جي اوز آهن.

تاج پنهنجي مزاج ۽ روح ۾ هڪ بيحد محبتي، پرخلوص شخص ۽ همدرد دوست آهي. مون تي سندس سدائين نظرڪرم رهي آهي. ساڳي جنم ڀومي، ساڳي سياست اسان کي جڻ گهر ڀاتي بڻائي رکيو آهي. مان هن جي محبت جو طالبو ۽ هن جي صحت لاءِ دعاگو آهيان.

**امداد چانڊيو**

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، پاڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڀاڱي آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعویٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پڄاندڙ وڏِ
ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گـيـتَ بہِ ڄـڻ گـوريـلا آهــن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هـو ٻـوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريـتـيءَ تـي راتـاهـا ڪــن ٿـا، موتـي مَـنجـهہِ پـهـاڙ ڇُـپـن ٿـا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄـڪـلـهہ نـيـلا پـيـلا آهــن؛
گـيـتَ بـہِ ڄـڻ گـوريـلا آهــن........
... ... ... ...
هي بـيـتُ اَٿي، هي بَـم- گولو،
جيـڪـي بہ ڪٽين، جيـڪـي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻـنـهي ۾ فَـرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهـو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَڙهَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ٿوڙي نيرا، ساوا ٿوڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)